# لاکو ڦلاڏي

( ٻارن لاءِ ناول )

مصنف
ڊاڪٽر شمس الدين عرساڻي



شايع ڪندڙ:
ڪتابي دنيا حيدرآباد سنڌ.

ٻيون ڇاپو ـــــ نومبر ١٩٨٢ع

ڪاپيون ٻه هزار

قيمت ٨ روپيه

هي ڪتاب شهباز پرنٽنگ پريس حيدرآباد ۾ ڇپيو ۽ امتياز احمد عرساڻي ڪتابي دنيا اشاعت گهر هيرآباد حيدرآباد سنڌ مان ڇپائي پڌرو ڪيو. ڪور ٺاهڻ لاءِ ادارو ساجد قريشيءَ جو ٿورائتو آهي.

# فهرست

# پيش لفظ

انگلنڊ ۾ آڳاٽي دور جا ڪيترائي نيم تاريخي ڪردار ۽ انهن بابت ڪيتريون ئي حڪايتون مقبول رهنديون آيون آهن. مثال طور غريبن جو هيرو رابن هڊ ۽ شاهوڪار مٿهن جو سورمو بادشاهه آرٿر وغيره. ڪيترن ئي ليکڪن انهن روايتن جي آڌار تي ناول ۽ ڪهاڻيون لکيون آهن. مون جڏهن ”رابن هڊ جون آکاڻيون“ پڙهيون ته منهنجي دل ۾ آيو ته ڇو نه اسان به پنهنجي آڳاٽن سورمن بابت ڪهاڻيون جوڙيون. هارن ۾ آهي ڪردار مقبول بڻايون. هارن جو ناول ”لاکو ڦلاڻي“ به خاص ڪري ان مقصد سان لکيو ويو آهي. ٻي ڳالهه ته هن ناول لکڻ ۾ منهنجي آڏو هڪ ٻيو نڪتو به پيش نظر رهيو آهي، جو آهي ته هارن ۾ لفظي ماڃو (VOCA BULARY) وڌائڻ. انڪري قصداً آکاڻين ۾ خاص شين ۽ ماحول بابت لفظ شامل ڪيا ويا آهن. ليڪن اهو سيڪجهه اهڙيءَ طرح ڪيل آهي، جو آکاڻيءَ جي فطري ادائگيءَ ۾ فرق نه پيو آهي. هارن کي هن ناول ۾ بهادري، حب الوطني، غريبن سان همدردي ۽ انسانيت جو درس ڏنو ويو آهي. جيڪڏهين هارن ۾ هي ناول مقبول ٿيو ته پوءِ ٻين سورمن بابت به ڪهاڻيون ۽ ناول لکي پيش ڪرڻ جو ارادو اٿم.

(مصنف)

ٻارن جو ناول

# لاکو ڦلاڻي

لاکو ڦلاڻي، سنڌ جو جوڌو جوان ۽ هڪ سورهيه سردار ٿي گذريو آهي. ڪي سو ورهيه اڳ۾، هو سنڌ ۾، ڪڇ جي سرحد لڳ، ڪاڇي جي علائقي ۾ رهندو هو. هو ڏاڍ مڙسيءَ ڪان ڪم وٺي، شاهوڪارن ۽ مالدارن تي ڏاڙا ۽ لوڙهيون هڻندو هو، پر ائين نه سمجهجي ته هو ڪو ظالم ڏاڙيل هو، پر اصل ۾ هو غريبن جو هڏ ڏوکي ۽ مددگار هوندو هو. هو پنهنجو جيءُ جوکي ۾ وجهي سر ڌڙ جي بازي لڳائي، ڪيتريون مشڪل مهمون سر ڪندو هو ۽ مصيبت ۾ ڦاٿل انسانن جي مدد لاءِ ڪنهن به وقت پهچي ويندو هو. سڀ ماڻهو سندس همدرديءَ واري سڀاءَ ۽ بهادريءَ جا ڳڻ ڳائيندا رهندا هئا، پر ڀر پاسي جا ڪيترائي سردار لاکي ڦلاڻيءَ تي حسد کائيندا هئا. هو سدائين تاڙ ۾ رهندا هئا ته ڪيئن لاکي ڦلاڻي جو نالو ٻوڙجي، جيئن سندس بدناموسي ٿئي. پر ڪي ته وري سندس جان جا به پڪا ويري ٿي پيا هئا، آهي ڪيس ڪنهن ڄار ۾ ڦاسائي مارڻ جون هر وقت سٽون پيا سٽيندا هئا. اهو انڪري جو

لاکو پنهنجي بهادريءَ سان ظالم سردارن جي علائقن ۾ گهڙي پوندو هو ۽ حرفت ۽ جانبازيءَ کان ڪم وٺي بي وس انسانن کي مصيبت مان آزاد ڪرائيندو هو. لاکو اڻ موٽ ۽ ارڏو جوان هو. هو هر دفعي ڪانئن کان اهڙي ويڙهائي چال چلي، دشمن جي ڪوڙڪي کان پاڻ بچائي ويندو هو، نه رڳو ايترو پر ساڳئي وقت ان کي اهڙي ته ضرب رسائيندو هو، جيئن هميشه لاءِ سبق ملي وڃي.

## باب پهريون

# ننڍڙو لڪمير

لاڪي قلاٽي کي ننڍي هوندي، ماڻس ۽ سندس پيا
عزيز پيار مان، 'لڪمير' ڪري سڏيندا هئا، جو سندس
ڪرڙ جو نالو هوندو هو. ننڍڙو لڪمير هڪ وڏي
ڪوٽ اندر رهندو هو، جنهنجي چوڌاري ڪچي لنب
مان ديوار اڏيل هئي. اندر ڪوٽ ۾ سندس ڪڙم جا
ڪيترا گهر آباد هئا. هڪڙو پير مرد سندس ڪڙم جو
سردار به هو. سندن ڪوٽ کان ٻاهر چوطرف ميدان ئي
ميدان لڳو پيو هوندو هو. ڪٿي ڪٿي وچ ۾ زمين جا
ٻارا پوکيل هئا. ڪجهه ميل الهندي طرف کان هڪ
جبل آڏ بنجي ڪاڇي جي علائقي جي حفاظت ڪندو
هو ۽ جبل جي دامن ۾ گجگاهه پيلو هوندو هو.

هڪڙي دفعي جي ڳالهه آهي ته ڪڪڙن ٻوليانُ
دس هنيان؛ جلدي سج ڪني ڪڏي مٿي چڙهي آيو ۽
هاڻي چٽو صبح ٿي چڪو هو. ٿڌڙي هير ۾ وڻن جون
ٽاريون لڏي لمي رهيون هيون. پکي پکڻن چر چر لائي
ڏني هئي. هاڻي ڪوٽ جي ٻاهران به هل چل وڌي

وٺي هئي. سيڪو ڪمي ڪاسبي پنهنجي ڪرت سان وڃڻ لڳو هو. ڪي ڳاهي به ڳڏهن جي پٺين تي ڳاهه، ڍڪو لڏي ڪٺي آيا هئا. ڪوٽ جي پرسان چوپاين جا وڏا وڏا واڙا هئا، جتان رکي رکي ڍڳن جي ’ٻان، ٻان‘ ٻڌڻ ۾ پئي آئي. ته ٻاڪرن ڦرن ۽ ردن به ٻي ٻي لائي ڏني هئي. ڪوٽ جي اندران به ڪيترا مرد ٻاهر وڃڻ جي سنبت ڪرڻ لڳا ۽ زالون وري گهر جي سنجت ۽ رڌ پچاءَ جي تياري ڪرڻ لڳيون. رنڌني اندر چله ۾ ٽانڊا ڌکڻ لڳا. چاڏيءَ اندر مهيءَ ولوڙڻ جا آواز وڌندا ويا. مطلب ته ڪوٽ اندران ۽ ٻاهران زندگي جي چهل پهل وڌي وئي.

ننڍڙو لڪمير اڱڻ جي وچ ۾ منجيءَ تي منهن تي رلي تاڻيو ستو پيو هو. اس جا پاڇا لڙي آيا هئا، ماڻس ڪيس اٿارڻ لاءِ پيار سان ڳل تي ٺڪي هڻندي چيو:

”پٽ لڪمير اٿ! ڏس سج چڙهي آيو آهي!“ لڪمير وري ٻاسو ورائي سمهڻ لڳو، ليڪن ماڻس ڪلهن کي آهستي آهستي لوڏي وري به آواز ڏنو.

”ڏس سياڻا پٽ! هاڻي اٿ، هوءَ ڏس تنهنجي ميءِ به پئي ٻاڪاري! هاڻي ڍور به ٻهرجڻ لاءِ نڪري ويندا تون ننڍڙي ڳابي کي ڪونه جهليندين؟ پلي ته ماءُ جا ٿڻ ڌائي ڇڏي........!“

لڪمير جي ماءُ لڪمير کي ڳهٽيون ئي ڇڙن ٻڌندي رهي، ليڪن هو وري به لٽ هنيون پيو هو، جڏهن ته

ڪجهه ٻڌئين ڪونه. پوءِ مائس 'لکيءَ' جو نالو ورتو.
'لکي' گهوڙيءَ جي هڪ وڇيري جو نالو هو، جنهن
جي سڄي پٺ جو رنگ سفيد هو. لکمير کي اها ڏاڍي
وڻندي هئي ۽ ان کي سارو ڏينهن ڪڏائيندو هو.
مائس چوڻ لڳي.

ڏس، ڏس لکميرا مامهين لکيءَ کي پنڌ ساڌارڻ پيو
سيکاري!

مائس جو ايترو چوڻ ۽ لکمير رلي منهن تان اڇلائي
وٺي ڊوڙ پاتي ۽ ڪوٺ کان ٻاهر نڪري ويو. ماءُ
پٽ جي مستي ۽ چستي ڏسي مرڪي ڏنو. گهڻو ئي سڏ
ڪيائين پٽ ٻڌا!

لکمير هٿ منهن تہ ڌوا گهڙي ساعت کان پوءِ
وري ڊوڙندو آيو ۽ گهاگهر مان پاڻي ڪڍي منهن تي
ڇنڊا هڻي سڌو ڪمري ۾ گهڙي ويو. جتي پوتڙي سان
منهن اگهي نڪري آيو. مائس ٻاجهريءَ جي مانيءَ تي
مکڻ جو چاڻو رکي ڏنس. پر هن ڪانہ کاڌي. چوڻ
لڳو ........

”امان، مون کي نئين گهوڙيءَ جي سواري ڪرڻي
آهي نہ؟“ پر پٽ نيرن تہ ڪري وڃ نہ، سڄو ڏينهن
گهمڻ جو پيو آهي. پٽ پوري ماني تہ کاءُ.“
”نہ نہ، آئون رڳو لسي پيئندس.“ ائين چوندي
هو لسيءَ جو وٽو پي ويو.

”امان، مون کي پنهنجا هٿيار ڏي!“ لکمير ٻوڙي وڃي ڪمري مان تير ڪمان ڪڍي آيو ۽ ننڍا ننڍا تير ڪڍي مٿي هوا ۾ هڻڻ لڳو. ماڻس چوڻ لڳي، ”ڏس پٽ تون هرچڙو ٿي پيو آهين. سچو ڏينهن پير پٽ تي ڪونه ٿو ڌرين. ڪڏهن ٻنيءَ ۾ ڪوڙڪيون هڻيون پکي قاسائين ٿو، ته ڪڏهن بيگاه وقت ٻيلي ۾ رلين ٿو. اها چڱي ڳالهه ته ناهي. ڪڏهن دشمن جي ور چڙهي وڃين ته پوءِ؟“

”امان، ماڻهو پنهنجا دشمن ڇو آهن؟“

”ڏاڏهين ڪڙم جو سردار هو هو بهادرن جو دوست ۽ حاجتمندن جو يار هوندو هو. هن جي نيڪ ناميءَ ڪان ڪيترا سردار سڙن ٿا. تون به ته آخر ان جو پوٽو آهين!“ ماڻس چيو.

”امان ڏاڏو بهادر هوندو هو!“

”ها پٽ“

”پلا، هن جهنگلي سوئر ڪيئن ماريو هو!“

”ٻنيءَ ۾ هڪڙو مرون اچي هريو، ان جوئر جي پوک پيلي ناس ڪري ڇڏي هئي. پيري پيري سان ڪيترائي ڪڙمي ڦٽي رکيا هوائين. هڪڙي پيري ته وڃ هٿي هڪڙي همراه کي پورو ڪري ڇڏيائين.“

”ها، امان پوءِ ڏاڏا پلا ڪيئن ماريس؟“

بس، انهيءَ ڏينهن ڏاڏهين گهر ۾ موجود هو. همراه جي لاش کي ٻنيءَ مان ڪڍي ويا ته سوئر به ٻنيءَ ۾

دڙها هڻڻ لڳو. ڏاڏهين ڏڦو ڪٽي ڀڄڻدو ٻنيءَ ۾ پهچي
ويو. سوئر ٻه ڇوهه ڪري وريو. هن هر هر ڊوڙ پائي
وچ هڻڻ جي ڪوشش ٿي ڪئي ۽ ڏاڏهين وار بچائيندو
۽ گوهيون ڏياريندو رهيو، تان جو سوئر ٿڪجي ڍرو
ٿيڻ لڳو. پوءِ ته ڏاڏهين ٻه زوم مان ڏڦو ڪٽي ٿنبيس.
”يلا، امان، ڏاڏي جي بهادريءَ جي ٻي ڪا
ڳالهه ٻڌاءِ؟

”هن ڪاڇي جي پٽ ۾ ڪنهن جي ٻه جرئت
ڪانه ٿيندي هئي ته هو غريبن جو مال ڪٽي وڃي. پر
هڪڙي پيري، ڏاڏهين ريگستان جي طرف ويل هو.
شيرو ’هاٿو‘ جبل جي هن پاسي ڪان اچي ڪڙڪيو.
هو زبر زنگ ڌاڙيل هو. جهٽ ڏئي هَڪڙي ڏي پيري
مان گهڻن ئي غريبن جو مال ڪاهي ويو. غريبن گهڻيون
ئي آزيون نيزاريون ڪيون ۽ انهن ٻه چپاڏونس ته ڪجهه
مال جو ’ينگ‘ ڪٽي وٺ، باقي مسڪينن کي موٽائي
ڏئي. پر جڏهن ڪي سندس آڏو آيا، تن کي چاماٽو رسي
سان سٽي ٻڌي رکيائين. شيرو ۽ ان جا ساٿاري مال
زوريءَ ڪاهيندا ڊوڙ اڏائيندا پنهنجي علائقي ڏانهن
رمندا رهيا....“

لڪمير هڪ ٿڪ ماءُ جي منهن ۾ ڏسي رهيو هو.
ڏاڏي جي بهادريءَ جي ڳالهه ٻڌندي، هن جو سينو فخر
کان تائجي ويندو هو ۽ مائس ساهي کڻڻ لاءِ پل ٻه پل
ڳالهه کي روڪيو ته هن هڪدم وري ورجايو.

”امان پوءِ؟ ڏاڏي شيرو ڪان ڪيئن بدلو ورتو؟“
شايد ماءُ به ڏسي رهي هئي ته پٽ، ڪيتري چاهه سان
ٻڌي رهيو آهي هن جي اتاولي تيئن تسي ماڻس ڪلندي
وري ڳالهه شروع ڪئي.

”ڏاڏهين پنهنجي سائين سان موتي رهيو هو. هن
ڏٺو ته واٽ تي هڪ ماڻهو اونڌي منهن ڪريو پيو
آهي ۽ هن جي چمڙي ڦاٽي پئي آهي ۽ رت جا ڏنا
ٻڌجي ويا هئس. ڏاڏهين هڪدم گهوڙي تان لهي پيو
۽ ماڻهوءَ ڪان حقيقت پڇيائين. هن ڪجهندي ڪجهندي
سموري حقيقت ٻڌايس. ڏاڏهين جو منهن ڪاوڙ ۾ ڳاڙهو
ٿي ويو ۽ چوڻ لڳو ته شيرو ڪير ٿيندو آهي، جو
منهنجي پٽ ۾ اچي غريبن جا جهڳا جهڙ ڪري ۽ مال
ڪي لوڙهيون هٽي. هن انهيءَ ويل سپني سوارن ڪي
ساڻ ڪئي شيروءَ جي پٽ ورتي.“
”پوءِ ڇا ٿيو؟“

ڏاڏهين وچين ڳس ڪان رستو ڪئي، اڳ جهلڻ جي
ڪوشش ڪئي. شيرو مال هاڪاريندو جبل جي ويجهو
پهچي چڪو هو. ڏاڏهين به ڪجهه سائين ڪي اتي
گهائين وڌرائين ۾ لڪائي ويهاريو ۽ پاڻ پيلو آڪري
متي جبل جي هڪ چڙ ۾ بچيل همرائن سان گهٽ
جهلي بيهي رهيو.

ڪا مهل گذري ته شيرو ۽ سندس سائي به هونگاريندا
مال ڪي ’هو‘ ’ها‘ ڪندا سوڙهي لڪ مان لنگهائڻ لڳا.

ليڪن ڏسندي ئي ڏسندي هنن ٻنهي جنبون ڪرڻ لڳيون. سال تمام ڪاٺي پٺتي ٻيلي طرف پڇڻ لڳو. شيروءَ جا ساٿي به ٻيلي ۾ ڊورن پٺيان ڊوڙڻ لڳا، پر تنهنجي ڏاڏي جا همراه اڳيئي وڻرائين ۾ دڳ جهليو بيٺا هئا. جيئن شيروءَ جا ساٿي آيا، تيئن ئي گهوڙن جي وارو وار تي وين. ڪي اتيئي ڪري پيا ته ڪي واپس جبل ڏانهن ڀڄي لڳا. شيرو به سمجهي ويو ته ڦريلن جا واهرو وريا آهن. ڏاڏهين تاڙ ۾ بيٺو هو تنهن وڃي شيروءَ کي جهلي سوگهو ڪيو. چيائينس ته ”لاکو، منهنجو نالو اٿئي! آئون وطن جي هيڻن جو همراه آهيان! خبردار جي اڳتي ڪاڇي تي لوڙهيون هنيون اٿئي! ڏاڏهين جي ساٿين ٻين همراهن کي به ٻڌي ڪٺي سڱ ڪيو. پر پوءِ شيروءَ سميت سڀني جي منهن ۾ مٽيءَ جا ٻڪ وجهي ڏاڍي جٽ ڪيائون ۽ چيائون ته، ”لچ هوندو ته اڳتي وطنين جا ويري ڪونه ٿيندا!“

”شيرو ۽ سندس ساٿي ذلت جي هار کائي واپس جبل آڪري ويا ڏاڏهين ڏاڍي جوش مان مال هڪاريندو واپس پنهنجي پيٽيءَ تي آيو ۽ حقدارن کي پنهنجو حق موٽي مليو!“

”امان، مان به غريبن جو مددگار ٿيندس. جيڪو وطن جي هيڻن کي ڏکوئيندو يا ڏجها ڏيندو، انهن تي وار ڪندس.“

ها پٽ، توتي به ڏاڏهين جو نالو آهي نه ’لاکو‘!

”لاکو ڦلاڻي!“

”اماں، مون کي ڪاڇي/ جو سنهن ۽ سنڌو جو سنهن ته ڪڏهن به وطن جي سانگين جي مدد کان منهن نه موڙيندس.“

ماءُ، پٽ جي جذبي ۽ همت کي ڏسي سندس پٺي ٺپري ۽ ڀاڪر پائي ڇاتيءَ سان لڳايو. ”شاباس پٽ! تون پنهنجي ڏاڏي وانگر ضرور هيٺن جو همراهُ ٿجئين، غاصبن ۽ ظالم سردارن کان غريبن کي بچائيندو رهجئين.“

لکمير ڪليءَ طرف اشارو ڪيو، جتي سندس ڏاڏي جي ڪاري پڳ ٽنگي پئي هئي. ”اماں، تون مون کي ڏاڏي جي پڳ ڪڏهن ڏيکاريندينءَ؟“

”ڏاڏهين چيو هو ته، جڏهن لکمير ڪو وڏو ميل ماري يا ته وري ڪا وڏي ڳوهه ڪٽي تڏهن منهنجي پڳ ڏيکيندو.“

ايتري ۾ لکمير ڊوڙ پائي در کان ٻاهر نڪري ويو. هن سڌو وڃي هڪ گهوڙي جي ٽنگ مان رسو ڇوڙيو ۽ پاڻ ٽپ ڏئي پٺيءَ تي سوار ٿي ويو. گهوڙي کي نه ته هنو هو ۽ نڪا رڪيب! لغام جي جاءِ تي به رڳو رسو هوس. جنهن کي ڇڪي پيرن سان آڙي هئي، لکمير طوفان وانگر اڏامندو ويو!

گهوڙو ڪو اڇا نولو هو. وات به گهاڙو ڪانم هئي. پيلي مان اندران، گهاٽن وڻن مان ٽپندو، پڊن ۽ آڏن مان ٽپندو گهوڙو تيزيءَ سان ڊوڙندو ويو. پر لکمير به هڪ چابڪدست هسوار وانگر مٿس چڙهيل هو. هن

ڪڍي ٻه لوڏو نئي ڪاڏو. جنهن وقت وٽن جون نميل ٽاريون مٿان لڳيون ته انوقت لڪمير نهايت ڦڙتيءَ سان گهوڙيءَ جي پٺيءَ تي سنئون ٿي پٺجي تي رهيو. دريا جو سڪل پيٽ لنگهي، جڏهن گهوڙو واپس سنئين پٽ تي ڊوڙڻ لڳو تڏهن سندس رفتار ٻه ڍنگ ۾ اچي وئي ۽ گهوڙو سڄو ئي لڪمير جي وس ۾ اچي ويو. تنهن ڪانپوءِ لڪمير ان کي ڪڏائيندو ٽپڪائيندو واپس ماڳ تي پهتو.

## باب ٻيون

# گهوڙن جون شرطون

صبح جو اٽڪل ڏهين بجي جو وقت هو، ڪيترا ئي سردار پنهنجن گهوڙن سان گڏ هٿيارن پنهوارن سوڌو هڪ وڏي ميدان تي لڏا لٿل نظر اچي رهيا آهن. هڪڙي ڪنڊ کان ڏاڪرو پٿرن تي تماشبين ويٺل آهن ته ٻيا وري هيٺ ميدان ۾ وڻن جي ڏارن ۽ ٽارن تي چڙهيو ويٺا آهن. سڀ ماڻهو ڪنهن رونشي جي انتظار ۾ ڏسجن پيا. چوطرف ٺهڪن ۽ ڪلن جا ڪوڪريا ٻڌڻ ۾ اچي رهيا آهن.

ان ميدان ۾ گهوڙن جي هڪ شرط جو انتظام ڪيو ويو آهي. آسپاس جي علائقن جا وڏا وڏا سردار گوءِ ۾ حصو وٺڻ لاءِ اچي گڏ ٿيا آهن، جنهن کي ڏسڻ لاءِ سيئي ماڻهو بيچين ٿي رهيا آهن. سامهون سردار نمرو پنهنجي ڳاڙهسري ڪميت گهوڙي جي واڳ جهليو بيٺو آهي، جنهن جون ٻشڪون ۽ پڇ صفا ڪارا آهن. ٻئي پاسي کان سردار ڏڳاڻو پنهنجي هلڪي ڪنهبي رنگ واري ٻور گهوڙي پرسان بيٺو آهي. ٽورو ٻرپرو سردار ڏونگر پنهنجي ابلق گهوڙي کي پيار مان ٿپڪيرن ڏئي رهيو

آهي، جنهن ۾ سچي بت تي اڇا پٽا آهن. انهن سيني
کان پرسان وري سردار ڪانڊيرو پنهنجي سمنڊ گهوڙي
تي ڪڏائي رهيو آهي، جنهن جو رنگ پورو بادامي آهي.
سيئي گهوڙا هڪبئي کان وڌيڪ تازا توانا ۽ سونهن ۾
سرس ڏسجن ٿا.

پرماڻهن جون نظرون اڇا ۽ ڪنهن بئي گهوڙي جي
ڳولا ۾ هيڏانهن هوڏانهن نهاري رهيون آهن. ڪي ماڻهو
ڪن ۾ هڪبئي سان سرپر ڪري رهيا آهن، ته ڪي
پريان هڪبئي کان اشارن ئي اشارن ۾ پڇا ڪري رهيا
آهن. دراصل ماڻهو هڪ بئي گهوڙي ۽ اُن جي شهسوار
کي ڏسڻ لاءِ بيقرار ٿي رهيا آهن، جيڪي ميل ۾ پاڪ
ونڻ لاءِ اڃا تائين رسي نه سگهيا. اها سفيد رنگ جي
ڊگهي قد واري نقري گهوڙي آهي، جيڪا سڄي ٿر
۾ ’لکي‘ جي نالي سان مشهور آهي، جنهنجي ڪارين
اکين ۾ تمام پرڪشش جوت آهي. پر ان جي سوار
سردار ’لاکي ڦلاڻيءَ‘ جي شخصيت جو ته ڪو مٽ
يا ثاني ناهي.

سيني سردارن کي شرطن شروع ٿيڻ جي وقت اچڻ
جي هورا ڪورا لڳي پئي آهي. هنن جا قدم هيڏانهن
هوڏانهن اکتي پٺتي کڄي رهيا آهن. سڀ جا ڪرٽا ٿورو
پرتي پوندا ته دهل سان ٿاٺو پُراڻي شرط جو اعلان ڪيو
ويندو، جنهن جي لاءِ سڀ سردار پنهنجي ساز سامان
سان تيار بيٺا آهن. هو هڪبئي سان گفتگو ۾ محو نظر
اچن ٿا. هڪ سردار چئي رهيو آهي ته:

”هن ميدان تي ڪميت جو سردار سدائين سرخرو رهيو آهي. اڃا ماءُ پٽ نه ڄڻيو آهي، جيڪو نمري کان اڳيان وڌي گوء کڻي وڃي.“

پشي سردار ورائيو ته:

”نمرا، اهڙي هام نه هڻ، بيشڪ ڪميت ڪميت آهي، مون وارو ابلق اڄهو هاٿي ڄڻي ۾ ميل ماري آيو آهي. پر يار! مون کي لڪيءَ ۾ لڪڻ ئي پيا ٿا پسجن!“

”ڏونگر، ڇا تون وقلي پيو آهين؟ لکي ڇا آهي؟ گهوڙو گهوڙي جو مٽ ناهي ڇا؟ پر سيڪا ڳالهه سوار تي ئي دارومدار رکي، اسان جهڙن اڙدن ۽ چالباز سردارن کان اهو ڪلهه ساماٽل ڇوڪرو کڻي ويندو؟“

”نمرا، لاکو ڪالهوڪو ساماٽل ئي سهي، پر اٿئي جوڙو جانٺو جوان! مون کي هن ۾ سواريءَ جا اهڙا ته انگ نظر آيا آهن، جو ڏڇان ٿو ته کڻي هو ميدان ماري، اسان جي پٽ نه ڏوڻي ڇڏي!“

سردار ڏگاڻو ڇوڻ لڳو ته ”اڙي تنهنجي مت ڪٿي آهي. جيڪڏهين اهڙو پهلوان هجي ها، ته هن وقت تائين ڇونه اچي پهچي ها؟“

”ڏگاڻا، تون سمجهين ٿو ته هو ڊپ کان ميدان ۾ ڪونه لٿو آهي. ٿي سگهي ٿو ته ڪنهن ضروري ڪم ڪان نه پهتو هجي، پر آهي سو مڇڏو نوجوان! لاکو ۽ وجهه گسائي وڃي؟ کوڙو ئي نٿو لڳي!“

نمرو: ”اڙي پر ڪو اسين ٻچون ٿا ڇا!“

اچڻ ڏينس، پلي اچي ميدان ڪري (وڏا وڏا ٽهڪ ڏئي کلي ٿو) ها، ها، ها، ها. هرو ڀرو جي اڙٻنگ نڪتو ۽ اسان کان وڏي ويو نه اسان جون ڪيڏون ۽ هنر ڪيڏانهن ويا؟"

ٻيا سڀ سردار يڪزبان ٿي نمريءَ کان پڇڻ لڳا ته "ڳالهه ڇا آهي؟"

هن ورائيو ته: "ڏاڏا! مون وات تي ٻوڙهن ۾ اهڙا ته ڪيڏاري ويهاري ڇڏيا آهن. جو شرط واري ڇيهه تي رسڻ کان اڳيئي وات تي ڪيس روڪي وجهندا."

سڀ ٽهڪ ڏئي کلڻ لڳا!

هو هو ها ها هو ها ها........

اوچتو ئي اوچتو واڪو پئجي ويو. پاڇو لڙي آيو آهي. گوءِ ۾ پاڳ ونڌڙ، تيزيءَ سان لانگ ورائي پنهنجن پنهنجن گهوڙن تي سوار ٿين ٿا. زور زور سان دهل وارو ٺاهو وڄائڻ لڳو. اڄا شرط جو رکوالو، هڪ ته ٿي ڪري گهوڙن ڊڪائڻ جو اشارو ئي ڪونه ٿو ڪري ته پريان ڪو سوار لٽ اڏائيندو نظر اچي ٿو. هن کي ڪاري سلوار، ڪارو پهراڻ ۽ ڪارو پٽڪو اوڍيل آهي. ڪلهي ۾ ڪمان ۽ تيرن جو ترڪش لٽڪيل اٿس. ويجهو اچڻ تي، هن هڪڙو تير زور سان ڪشي هنيون، جيڪو دهلاريءَ جي پرسان وڻ جي ٿڙ ۾ کپي ويو! اڃا ڪجهه قدم پري هو، جو واڪي سان چوڻ لڳو:

”لاکي ڪانسواءِ هرگز ميل نه ٿيندو. هن ميدان تي اڄوڪي گوءِ ۾ جيت صرف لاکي جي ٿيڻي آهي!“

سردار نمري واڪو ڪندي وراڻيو: ”لاکا اجايو سرڪش نه ٿي. پنڌ چڪ ته خبر پوي ته ڪير ٿو ميدان ماري!“

لاکي ڪي ميدان تي لتل ڏسي، ڪيترن ماڻهن جي منهن تي سرهائي ڊوڙندي نظر اچڻ لڳي ۽ ڪن ته تاڙيون وڄائي سندس ڀليڪار ڪئي.

ڪجهه دير ٿي وئي، پر وري ڀيو ڀيرو زور زور سان ڍاهو وڄڻ لڳو ۽ شرط جي رکوالي هڪ دفعو وري به گوءِ جو اعلان ڪيو. گهڙيءَ ساعت ۾ ٿي سڀ سردار لانگ وراڻي پنهنجي پنهنجي گهوڙن تي سوار ٿي ويا. سڀني هڪ قطار ۾ لغام ڇڪي بيٺا هئا. لاکو ڇيڪو پنهنجي گهوڙيءَ تان لهي بيٺو هو، سو به ٽپ ڏئي لکيءَ جي پٺيءَ تي سوار ٿي ويٺو، جيئن ئي هن گهوڙي جون رينون ڇڪيون ته لکي زور سان ڪنڌ مٿي ڪڻي هڻڪڻ لڳي ۽ اڳين سنبن سان زمين ڪرڇڻ لڳي. رکوالي ايتري ۾ هڪ ٻه ٽي جو آواز ڏنو ۽ گهوڙيسوار پنهنجا پنهنجا گهوڙا هڪلڻ لڳا. هڪ گهوڙي سوار پنهنجي گهوڙي کي پيرن سان اڙي هڻندي، واڪو ڪيو:

يلا ڙي يلا شاباش ڙي!

ائين ڏسندي ڏسندي جلد ئي گهوڙا ميدان مان رڙئي ٿي ويا. ڪميت ڪان ابلق اڳيان نڪري ويو. سمند

جو سوار ٻہ پاڻ گھڻو پتوڙي، گھوڙي کي تيزيءَ سان
ڀڄائي رهيو هو، پر ٻين کان ٻہ ٽي وکون پوئتي رهيو.
سڀئي سوار هوشياريءَ ۽ مهارت سان گھوڙا ڊوڙائي رهيا
هئا. ڪميت ۽ ابلق جي سوارن گھڻو جوش ڏيکاريو،
پر ٻئي گھوڙا هڪٻئي سان وچڙي پيا ۽ سندن سوار
ذري گھٽ ڪرڻ کان بچي ويا. سمند گھوڙي جو پير
هڪڙيءَ آڏ جي ڪپر ۾ اٽڪڻ سان ٿاٻڙجي پيو،
جنهن ڪري ان جو سوار پاڻ نہ سنڀالي، ڌو اچي پٽ
پيو. 'بور' گھوڙي جو سوار 'لاکي' سان مس چند قدمن
تائين برابر هلي سگھيو، پر ايڏي سخت مقابلي هوندي
بہ لکيءَ جو سوار طوفان وانگر مڙني کان اڳتي
نڪري ويو!

لاکو سرپٽ گھوڙو ڊوڙائيندو رهيو سامهون واٽ تي
ڪٺريون ٽپي کڏون کوها ۽ اڏون پيون ٽپي، پر سوار
هر پيري چستيءَ ۽ خبرداريءَ سان گھوڙي کي ڪڏي
ٿي ويو. ۽ لکي تيز رفتاريءَ ۾ بہ قدم قدم سنڀالي ڪٿي
رهي هئي. اهڙيءَ طرح ميدان جو فاصلو ۽ رڪاوٽون
سوار جي آڏو ڪک پن ٿيندا ويا. جتي ڪا سامهون
ايندڙ اڏ اڙانگي ۽ ويڪري هئي تہ گھوڙيءَ يڪساهيءَ
وڏي ٽپ سان اهڙا پار ٽپي ڪئي. ڪنڌا ڪرڙ سنهن
هيٺان لتاڙبا رهيا ۽ مٽيءَ جا ڪڪر اڏامندا رهيا. لاکو
ميدان جي ڇيڙي تي رسي، واپس واڳ ورائي شرط واري
منزل جو رخ ڪيو ۽ ساڳيءَ طرح گھوڙيءَ کي طوفان
وانگر اڏائيندو ويو.

ٻڪندي ٻڪندي اوچتو گهوڙي بيهي رهي ۽ نرا
ڪٽي زور سان هٽڪڻ لڳي. ٻوڙهن ۾ ڪي ماڻهو لڪا
ويٺا هئا، جن گهوڙي کي چرڪ پرائڻ ۽ سوار کي ڪيرائڻ
لاءِ رستي تي وڻ ڪيرائي ڇڏيو هو. پر سوار ڏاڍي
هوشياريءَ سان پاڻ سنڀالي ورتو ۽ گهوڙيءَ کي اڙي
هٽي پاسي کان وڏو ٻُل ڏياري اهڙي ته چوهه سان نڪري
ويو جڻ ته ڪجهه ٿيو ئي ڪونه هو! پٺيان ماڻهو ٻوڙن
مان نڪري آيا، پر هنن کي اڏامندڙ لٽ ڪانسواءِ ٻيو
ڪجهه به نظر نه آيو.

ميدان تي ماڻهن جون اکيون سامهون واري منظر
تي کتل هيون، ته ڏسون ته پهرين ڪهڙو ٿو خوشنصيب
سوار منهن ڪڍي. ماڻهن ۾ بيچيني وڌي رهي هئي ۽
هو رکي رکي ڪنڌ ورائي ڳالهيون ڪري رهيا هئا،
پر سندن نظر هڪ ٽڪ گهوڙن واري طرف لڳل هئي.
هنن جي انتظار جون گهڙيون تـڏهن پوريون ٿيون،
جڏهن پريان ڌوڙ اڏامندي نظر آئي ۽ انهيءَ ويرم ۾ ئي
اچي گهوڙي ۽ ڪارا ڪپڙا ڍڪيل، ان جـو سوار
ظاهر ٿيو.

لاکي ميدان تي رسي گهوڙيءَ جي لغام کي ڍرو
ڏني ۽ آهستي آهستي ميدان جـي چوڌاري چڪر ڏيڻ
لڳو. گهوڙي به نچندي، ڦنبندي، ٽپندي ڪڏندي قدم بقدم
ناز سان ڦيرا پائيندي رهي. لاکي جـو سينو تاڻيل ۽
ڪنڌ فخر کان مٿي کنيل هو. جتان لنگهيو ٿي ته ماڻهن
جوش مان تاڙيون وڄائي ميل کٽيندڙ کي داد ڏنو ٿي

۽ خوشيءَ جو اظهار ڪيو ٿي. هو ٽيون چڪر ڪاٽي گهوڙيءَ تان لهي سامهون ٽلهي تي ويهي رهيو. ميل جي رکوالي ڪيس ڪاميابيءَ جو هار پاتو ۽ سندس ٻانهن مٿي ڪري جيت جو اعلان ڪندي چيائين: ”اڄوڪي ’ميل جو مير‘ لاڪو ڦلاڻي آهي،“ جيڪو ڪوهه ٻه ٽي گهوڙيسوارن کان ڪٿي منزل تي پهرين رسيو آهي. دهلاري ۽ شرنايون وارا ڪاميابيءَ جو دس وڄائڻ لڳا. ٻيا سردار ته واپس ميدان تي ڪونه موٽيا ۽ اتان ئي پنهنجي پنهنجي ماڳن ڏانهن موٽيا پر ڏڳاڻو ۽ ڪانڌيرو آهستي آهستي ميدان تي اچي هڪ پاسي کان ويهي رهيا، ليڪن انهن جا منهن به لٿل هئا.

---

## باب ٽيون

# لڪيءَ جي چوري

سردار نمري جي اوطاق تي ٻه ٻيا سردار اچي گڏ ٿيل آهن. ٻئي سڀ موڙن تي ويٺل آهن، پر سردار نمرو، ٻانهون پٺيان ڪيو اچ وڃ ڪري رهيو آهي. سڀ سردار گنڀير ٿيو، ڪنهن معاملي تي سوچي رهيا آهن، پر نمرو مڙني ۾ گهڻو جوش ۾ پريل نظر اچي رهيو آهي. هو ساڄي مٺ پڪوڙي کاٻي هٿ تي زور سان هڻي چوي ٿو.

”لاکو، لاکو، لاکو آهي ڇا؟ جيڏانهن وڃ تيڏانهن لاکي جي ساراهه جا ڍڪ پيا پرجن! هيلوڪي ميل ته اسان جو نالو ئي ٻوڙي ڇڏيو آهي!“

کانڌيري چيو ته: ”جيڪڏهن اها حالت رهي، ته ماڻهو اسان کي ليکيندائي ڪونه!“

ڏگائي به ساڳي ڳالهه ورجائي. ”خود اسان جي تر جا ماڻهو چيڙي نبيري لاءِ لاکي وٽ پهچن ٿا.“

کانڌيري به چيو ته ”خسيس پورهيتن کي به جرئت ٿي آهي، جو اسان جي خلاف لاکي وٽ فرياد ڪن ٿا.“

ڏونگر ڳالهه مڃائيندي چوڻ لڳو ته ”ڏڏو ڪونه
گوهه واري ميدان تي ڪهڙي نه ڏاڍي مڙسي ڏيکاريائين.
آيو به سيني ڪان دير ۾ ۽ ميدان به کٽي ويو.“

”اڙي ڀـر ماڻهو! ڇا اسين به حيران آهيون! هن
جي سواريءَ جو انداز ڪونه ڏٺو! ۽ لکي گهوڙي ته
ناهي ڪو پڪي آهي پڪي! اصل پير پٽ تي نٿي لڳس
الاهجي ڪيئن سوار کي اڏائي کڻي وئي. نه تو ڏٺو نه
مون ڏٺو. وري ان ئي ساعت ۾ اڏامي واپس ماڳ تي
به موٽي آئي!“

ڏڳائي عجب کائيندي ڳالهه ڇڻي.

نمري کـي پيشانيءَ ۾ گهنج پئجي ويا ۽ سوچي
چوڻ لڳو ته.

”چون ٿا ته لاکي کي ڪنهن جوتشي ٻڌايو هو ته
هن جو ڀاڳ لکيءَ سان ٻڌل آهي. لکي يا ان جو نسل
وٽس هوندو ته هن جي پهلوانيءَ يا سرواڻيءَ ۾ ڪڏهن
به ڦير نه پوندو“

”ها بروبر ڪي جانور به ڀاڳوند ٿيندا آهن، جـن
سان انهن جا سوار به قسمت جا ڌڻي بڻجي پوندا آهن“

ڏونگر پڌرائي ڪندي چيو.

نمري مٿين ڏند سان هيٺين چپ تي زور ڏئي ڪند
ڌوڻيندي چوڻ لڳو.

”جيستائين لکي آهي، تيستائين لاکو اسان کي وٽ
نه ڏيندو ۽ هرڪو ميل اسان کي ماريندو رهندو!“ آءٌ

لاکي کان پنهنجي بي عزتيءَ جو اهڙو نه بدلو چڪائيندس
جو وري ڪڏهن به آيري نه سگهندو!"

ڪانڌيري هڪدم سوال ڪيو "چونه ڪنهن تل
سان لکيءَ کي زهر ڏئي ڇڏيون؟"

نمري ورندي ڏيندي چيو! "نه، ڙي بيوقوف! اهڙو
ڪيس ڪونه ڪبو، ڪنهن بختاور ڏيور کي زهر ڏئي
مارڻ سان ست وري پنجي ويندي آهي ۽ مارينڌڙ سموري
حياتي اگهائيءَ ۾ گذاريندو آهي! آئون اهڙو ڪم ڪندس
جو لکي زنده ته هوندي، پر سواريءَ لائق نه رهندي"

نمري اک تيت لاءِ پنهنجا چاري ڇڏي ڏنا هئا.
هڪ ڏينهن خبر پيس ته لاکو ۽ سندس ساٿي ڪوٽ کان
ٻاهر ويل آهن. هو ڪنهن مسڪين هاريءَ جي مدد تي
وڃي سهڙيو هو. نمري ويسر پاڙڻ لاءِ سونهري وجهه
سمجهو. هن پنهنجي هڪ هوشيار همراه تي ڪم رکيو
جنهن جو ڪم ٿي رات جي وڳڙي ۾ وهٽ چورائڻ
هوندو هو.

لاکي جي ڪوٽ ٻاهران گهوڙن جي ڪڙهه هئي،
جنهن ۾ جانورن جي چاري لاءِ ڪيترائي آهرا ٺهيل
هئا. سنجهي مان ئي اهو شاهينگ هڪڙي آهري ۾
وڃي لڪي ويٺو جتي ڪوبه گهوڙو ٻڌل نه هو. اڃا
اونده مس ورَي، جو ميس اندر آيو ۽ گهوڙي کي
رات جي چاري لاءِ جوَ وجهي ويو. لکي سڀني کان
الڳ تلڳ ڪنڊ ۾ ٻيٺل هئي ۽ اڃا جوَن ۾ ٻوٿ وڌائين

مس تہ چور بہ رڙهي آيس. گهوڙي وڏي آواز سان هڻڪڻ ۽ سنبن سان زمين کرچڻ لڳي. شاهينگ بہ تمام آزموديگار هو. هو ٻچڪارن سان منهن تي هٿ ڦيريندو ۽ بدن سلهاڙيندو رهيو ۽ گهوڙي ماٺ ميٺ ۾ هن کي ڏسڻ لڳي. پوءِ هن آهري ۾ پنهنجي هڙ مان ڪجهہ پن ڪڍي جون ۾ ڳنڍايا. لکي جهڻ ڏي جو ڪاڻڻ لڳي تيئن ڏي گهرجڻ لڳي شاهينگ بہ ٻي ڏي ڪانہ ڪئي ۽ پير مان رسو ڇوڙي گهوڙيءَ جي پٺيءَ تي سوار ٿي ويئو ۽ هري هري ان کي در ڪان ٻاهر ڪڍي اونده ۾ گم ٿي ويو!

گهوڙي صبحءَ جو نمري جي ڪوٽ اندر بيٺي هئي. ليڪن هينئر ان جو نشو ٽٽي چڪو هو. هوءَ ڏارئين جوءِ ڏسي زور زور سان زيلون ڏيڻ لڳي ۽ اوريان ايندڙن تي نرا ڪٽي الرون ڪرڻ لڳي. سردار نمرو لکيءَ کي پاڻ وٽ قابو ڏسي زور زور سان ٺهڪ ڏئي رهيو هو ۽ ڇاتي ٺوڪي چوڻ لڳو "لاکا، هاڻ ڏسون تہ ٿون ڪيئن ٿو، اسان ڪان جيتين!" گهوڙيءَ جون هڻڪارون زور پونديون ويون ۽ نمرو اهو ڏسي ٻاه ٿي ويو ۽ وڦلڻ لڳو."

"مان اهڙو ڪم ڪندوسئين جو مالڪ بہ ڪونہ سڃاڻندئي!" ۽ ائين چوندي هن هڪڙو ڇاماڻو رسو ڪڍيو ۽ لکيءَ کي پيري پيري هڻڻ لڳو. گهوڙيءَ جي بت تي رت جا ڏنا ٻڌجي ويا ۽ هوءَ سور ڪان ڦٿڪڻ

لڳي. پر نمري ان ڪانپوءِ پنهنجي سيس کي حڪم ڪيو ته:

”گهوڙيءَ جي ران ۾ ڪلي ٺوڪي وجي، جيئن هميشه لاءِ مستي لهي وڃينس“

هڪدم لکيءَ کي پٽ تي ڪيرائي رسن سان سوگهو ڪيو ويو ۽ پوءِ هڪ آڱر جيڏي ڪلي ران تي رکي متڪي سان اندر گهيڙائي وئي! ۽ پوءِ جڏهن رسا کوليائون ته هوءَ ڪا مهل بي سرت تي زمين ۾ پئجي رهي هئي.

امر مهل لاکو واپس پنهنجي ماڳ تي پهچي چڪو هو. پر جيئن ئي چارو ڪٽي ڪڙهه ۾ ويو ته لکيءَ کي غائب ڏٺائين. هن هڪدم رسيءَ کي ڏٺو ۽ پوءِ آهري ۾ نهارڻ سان، دائي ۾ ساون پنن جي ملاوٽ ڏسي سڄي ڳالهه سمجهي ويو. هن پنهنجي ساٿين کي سڏ ڏنو. لکي جا پيرا کنيان ويا. ڳپل پنڌ جهنگ لتاڙيندا هليا. هڪ هنڌ شاخ وٽان پيرا گم ٿي ويا، پر وري شاخ جي ٻئي پاسي کان پيرن جا نشان ظاهر ٿيا ۽ گهڻو مفاصلو هليا پر گهوڙيءَ جا سنب اچا به پريان پئي ويا. اهو گس هڪ سردار جي ڪوٽ ڏانهن ويندڙ هو. لاکو سڄو معاملو پروڙي ويو ته اها شرارت سردار نمري جي ڪيل آهي.

سج هائي ڪاپار ۾ چمڪڻ لڳو هو. چوطرف آسن جون چانئون وسي رهيون هيون. لاکي اچا فيصلو نه

ڪيو هو ته ڪيئن نمري کان لکي کي آزاد ڪرائجي. وڻ جي ڇانو ۾ گهوڙا جهليو بيٺا هئا، جو اوچتو لاکي کي سڃاتل آواز ڪن تي پيو. هن اپرندي طرف ڪنڌ ورائي ڏٺو ته پريان لکي ڪنڌ کڻي هڻڪارون ڪري رهي هئي. اصل ۾ لکيءَ وٽن پٺيان ڇر پر ڏسي هڻڪي هئي!

لاکو ٻوڙندو لکيءَ ڏانهن وڌيو، گهوڙي به مالڪ کي ڏسي زور زور سان ڪنڌ هڻڻ ۽ آواز ڪرڻ لڳي. پر لاکو تيزيءَ سان ٻوڙندي اوچتو جهٽڪي سان بيهي رهيو. لکي پوئين ٽنگ کان منڊڪائي ڊيرائي سان هلي رهي هئي. لاکي ويجهو وڃي گردن ۾ ياکر پائي چميون ڏيڻ لڳس! پر هي ڇا؟ لاکي جو هنيانءُ ڏري پيو! هوءَ سڄو رتو رت ٿي پئي هئي. هڪڙي ٽنگ تي رت ڄمي پيو هوس. هو سمجهي ويو ته گهوڙيءَ سان کهڙو ويل ڪيل آهي. ايتري ۾ هن جا پيا ساٿي به اچي پهتا.

لکيءَ کي بري حال ۾ موٽائي چڻ ته نمري لاکي کي للڪاريو هو. لاکي مٺ يڪوڙي ٻانهن مٿي ڪري واڪو ڪيو!

”نمرا! تو گگدام سان ايڏو ظلم ڪيو آهي ظالم! آئون توکان اهڙو پلاند چڪائيندس جو راڄن کان نه وسرندو!“

## باب چوٿون

# بدلو

ڏاک منجهند جو وقت گذري چڪو آهي ۽ وچينءَ جي روشن مهل آهي.

گرميءَ جي ڇر کان بچڻ لاءِ، جن واڍوڙن وڻن جي گهاٽين ڇانون جي اوٽ ۾ پناهه ورتي هئي، سي وري پنڌ پوڻ لڳا.

ڏکڻ ۽ پيچرن تي جهڪ وسي رهي آهي.

اهڙي سمي ۾ هڪڙو مرد ٻَٽ ٻڌيو، وڻ جي ڇانو ۾ هڪڙي واٽ تي بيٺل نظر اچي ٿو. هن جون نگاهون سامهون ڏکڻ ڏي لڳل آهن. هو ڪنهن جو بيچينيءَ سان انتظار ڪري رهيو آهي. اوچتوئي اوچتو هڪ گهوڙيسوار نظر اچي ٿو، جيڪو گهوڙي کي ڇوهه مان ڊوڙائيندو اچي رهيو آهي. هن جي پويان ٻه ٻيا به سوار آهن، جيڪي سندس ٻيلي ڏسجن ٿا. گهوڙن کي گوڏن ۽ ڏٻين وٽان پگهر وهي رهيو آهي. سوار اڃا واٽ لنگهي ٿو، ته لڪل جوان هڪل ڪريس ٿو!

”نمرا! متان ويو آهين؟“ سوار گهوڙو روڪي بيهي ٿو ۽ چويس ٿو، ”لاڪا، ائين چورن وانگر اگهه جهلي ڇو بيٺو آهين؟ مڙس آهين ته سامهون وڌي اچي مقابلو ڪر!“

لکيءَ سان ڪيل نسوري ظلم، لاکي جو رت تهڪائي ڇڏيو هو. ان ڪري هو بدلي وٺڻ لاءِ نمري جو اگهه روڪي بيهي رهيو هو، جيڪو پنهنجي تان واپس ڪوٽ ڏانهن موٽي رهيو هو ۽ اها سندس راڄ جي حد هئي، جنهن ۾ ڪيس ڪوبه ڪٺڪو ڪونه هو، ته ائين ڪو لاکو ڪليو ڪلايو مٿس حملو آور ٿي سگهيو ٿي.

لاکي وري به اتان ئي واکو ڪندي پڇيو!

”نمرا! آئون پڇي سگهان ٿو، ته تو بي‌زبان لکيءَ تي ڇو ظلم ڪيو آهي؟“

نمرو هڪ وڏو ٽهڪ ڏئي چوي ٿو! ”ها! ها! ها! لکي ڇا! مان ان جي سوار جي به چمڙي ادڙائيندس!“

لاکي ساڳيءَ طرح واکو ڪندي چيو: ”ته پوءِ ان جو نتيجو لوڙڻ لاءِ تيار ٿي وڃ!“ لاکي جا به ساٿي جيڪي لڪا بيٺا هئا، سي وڻ تان ٽپ ڏئي هيٺ لهي پيا. هو سامهون سوارن تي تير ڪشي بيهي رهيا.

”خبردار جي پيو ڪير وچ ۾ ٽپيو آهي، مقابلو رکو اسان ٻن جي وچ ۾ ٿيندو!“ ائين چئي لاکو ڪلي پٺ تي اچا ٽس بيهي ٿو ته سوار گهوڙي جي پاسي مان لڳل ڇاماٽو رسو کولي ڦيرائيندو پنهنجي

مقابل کي زيهٽ ڪرائي ٿو. لاکو پاڻ بچائڻ لاءِ ٽپ ڏئي هٽي ٿو ۽ پٽ تي ڪري پوي ٿو. سوار وارگسندو ڏسي وري به گهوڙو مٿانس ڊوڙائيندو اچي ٿو ۽ زور سان چاماڻو رسو زمين تي هڻي ٿو. هن دفعي لاکي جي بدن تي گهڪو ٿئي ٿو مگر، هو ڪاهي هٿ سان چاماڻو رسو جهلي وٺي ٿو ۽ ان کي پاڻ ڏانهن زور سان ڇڪي ٿو. ان ڪري نمرو سَٽ نہ سهي، گهوڙي تان هيٺ پٽ تي ڪري پوي ٿو. ان ڪانپوءِ لاکو زور سان چاماڻو رسو نمري تي وهائيندو رهي ٿو ۽ هو هر ڌڪ لڳڻ سان رڙ ڪندو رهي ٿو. اوچتو وئي اوچتو نمرو ور سان چاقو ڪڍي زوم سان اچلي ٿو، لاکو آچل ڪائي پري ٿي وڃي ٿو ۽ چاقو وڻ جي ٿڙ ۾ ٿنبجي وڃي ٿو. ان ڪانپوءِ لاکو خالي هٿين اچي نمري جي مٿان ڪڙڪي ٿو! مگر نمرو زخمن رسڻ ۽ رت وهڻ ڪري ڪمزور ٿي پيو هو. لاکو هن کي مڪن ئي مڪن سان ڪٽيندو رهيو ۽ هن کي نڪ ۽ وات مان رت اچي ويو ۽ نيٺ بيهوش ٿي پيو.

لاکي نمري جي نستي بدن کي، هن جي گهوڙي تي اونڌو لٽڪائي ڇڏيو ۽ پوءِ سٽ ڏئي پٽڪو لاهي، ساري بت کي گهوڙي جي پنيءَ سان قابو ڪري ويڙهي ڇڏيائينس. پوءِ مٿيءَ جا ڪ مٿي ۾ وجهي گهوڙي کي ڇهبڪ وهائي ڇمائين! ”هائي وڃ نمرا! پلي تہ راڄ وارا بہ ڏسن تہ تون ڪهڙو پهلوان آهين!“

گھوڙو سڌو ئي سڌو سڃاتل واٽ وٺي وڃڻ لڳو ۽
نمري جي ڪوٽ تائين پهچي ويو. هوڏانهن سندس ٻن
ٻيلين جا ٻه پويان هٿ ٻڌي کين ڇڏي ڏنائون. هو
پنڌ ئي پنڌ ڊڪندا سهڪندا ڪوٽ تائين وڃي رسيا ۽
سڄي روئداد وڃي پنهنجن همرائن سان ڪيائون.



## باب پنجون

# لاکو ۽ سونل

لکي هاڻي واپس پنهنجي طبيلي ۾ بيٺل هئي. لاکو پنهنجي تر جي هڪڙي مشهور ويڄ کي وٺي آيو، جيڪو جانورن جو علاج ڪندو هو. هن لکيءَ جي ٽنگ مان ڪنڊا ڪڍي ڇڏيا ۽ زخم کي ڀوري سان ڀريو ۽ پوءِ وري ليڙيون ڏاهي ٻڌندو هوس ۽ روز تيل سان ٽنگن کي مالش ڪندو هوس. هن ڪجهه ڏينهن تائين ڪرمشون ڪيس، ان جو اثر اهو ٿيو جو، ٻن ٽن ڏڪن جا نشان آهستي ميٽبا ويس ۽ منڊڪائڻ بس صفا ڇڏي ڏنائين! پهرين سهسائي سهسائي ڊرائيءَ سان وکون کڻڻ لڳي، پر پوءِ وري ٻه اڳي وانگر تيزيءَ سان ڊوڙڻ لڳي. لاکي اڄ پهريون دفعو وري ڪيس سواريءَ لاءِ ڪڍيو!

هو لانگ وراڻي سوار ٿيو ۽ ڳوٺ کان، ٻاهر نڪري ويو. ٻنهي ونان هڪ پيچري کان اوڏن جو لڏو اچي رهيو هو، جيڪي ٻارين ٻچين گڏهن تي سوار هئا.

ھڪڙي گڏھ تي ٻڪا، توٽا، ۽ ڪانا رکيل ھئا. ٻئي تي ڇڇ، ڇڄھر ۽ جنڊ رکيل ھو. ڪنھن گڏھ تي وري رڳو ٽڪر جا ٽانو ٽپا پيل ھئا. ٻين گڏھن تي ٻار ٻچا ۽ عورتون ويٺل ھيون. اھو اوڏن جو ننڍڙو ساٿ ھو، جيڪي جايون جوڙيندا ۽ ڪوٽ اڏيندا ھئا پر پاڻ سدائين خانہ بدوش رھندا ھئا. ڪڏھن ھڪڙي ھنڌ تہ ڪڏھن ٻي پيٽي تي. جتي پورھيو مليو اتي ڏاھو ڪري ويھي رھندا ھئا ۽ مزوري ختم ٿي تہ وري ٻيا پٽ وڃي وسائيندا ھئا. سردار لاکي ڪي سامھون ايندو ڏسي، گڏھ سوار سيئي وھٽن تان لھي بيھي رھيا ۽ انھن جو مکي اڳيان وڌي آيو ۽ ھٿ ٻڌي چوڻ لڳو تہ:

”لاکا ڄام! اسين تو وٽ پورھئي جي آس رکي آيا آھيون“ لاکي گھوڙي تي ويٺي ئي جواب ڏنو. ”پر توھان ايڏو ھيسيل ڇو پيا ڏسجو؟“ مکي ورندي ڏيندي چيو تہ:

”سردار اسان ٻہ مندون وڏيري خانق جي ڳوٺ جو ڪم ڪيوسين. جڏھن جايون جڳھيون ٺھي راس ٿيون تہ ھن اسان کي زمين تان ٻونگا پٽي لڏڻ جو حڪم ڪيو. اسان جي گنديءَ ۾ اڃا داڻا ڪٿا پيل ھئا، چيوسون تہ اھي کپندا تہ سانھ ستيءَ سان ڪٽي پورھيو ھٿ ڪري لڏينداسون! پر ھن ھڪ نہ ٻڌي، اسان جي ٻونگن کي باھيون ڏياريون ويون، جنھن ۾ سامان سڙو

سڀ سڙي ويو . هاڻي اُنهن حالن ۾ تنهنجي پناهه ۾ آيا آهيون!" وري هڪ پوڙهي اکيان وڏي آئي، جنهن ٻاڏائيندي چيو ته:

اسان پورهتي ڪاڻ ڪانڊيري سردار وٽ به لنگهي وياسون، پر اتان به پنهنجا ننگ بچائي اگهاڙي پيرين ڀڄي نڪتا آهيون!"

سردار لاڪي افسوس مان وراڻيو، "ها، برابر ظالمن غريبن تي ڏرتي تنگ ڪري ڇڏي آهي! توهان بيشڪ مون وٽ پورهيو ڪريو. ڪوٽ اندر حويلي جوڙيو. ٻاهران اوطاقون ٺاهيو. ڳوٺ پاسي پرديسين لاءِ هڪڙي بيٺڪ اڏيو. جيتريون مندون وٽيو رهو. اوهان کي ڪير ڪونه روڪيندو!"

پوڙهي وري هٿ ٻڌي ھٻڪندي چيو. "ها، پر سردار ڪانڊيري ڏاڍو ڏنو آهي، ته جيڪڏهن نينگري جي ٻانهن هن جي حوالي نه ڪنداسون ته هو اوڏن جو جڻ ٻچو پيڙاهي ڇڏيندو."

سردار لاڪي غصي مان وراڻيو "جيڪڏهن سردار ڪانڊيري کي طاقت هجي ته هو لاڪي جي پڌر ۾ پير پائي ڏسي!"

اوڏ پنهنجا ٻونگا، ڪوٽ ڪان پرپرو اڏي ويهي رهيا ۽ اڏاوت جي ڪم ۾ جنبي ويا. بنياد کوٽڻ، پٽيون ڪٽڻ، ڇت وجهڻ، لاڪو ۽ ليپو ڏيڻ، پٽ لنبڻ واري سان ڪرڻ لڳا. اوڏن ۾ هڪ سهڻي، من مهڻي ڇوڪري

هئي. هوءَ سورهن سالن جي ڀوءِ جوانيءَ ۾ هئي. پر نماڻي، لڄائتي ۽ ساڃهي ب. ڏاڍي هئي. سنهي ڇيله تسي ڳاڙهو پڙو ۽ پيل ڳاڙهي ڦليءَ واري اوڍڻي سان سندس ڪڻڪ رنگائون چهرو تجلا پيو ڏيندو هو.

هڪ ڀيري هوءَ لاکي جي خاص اوطاق ۾ ڪم ڪري رهي هئي، جو اوچتو لاکو ٻاهران موٽي آيو هو. هن ڪم ڪندڙ ڇوڪريءَ ڏانهن ڌيان ڪونه ڏنو. ايهڙي ئي بي خبريءَ ۾ چيائين ته:

”نينگري پاڻيءَ جو وٽو ڀري وٺ!“

ڇوڪري هٿ صاف ڪري، وٽي ۾ پاڻي اوتي آئي لاکي خالي وٽو موٽائيندي مٿي ڪٿي نهاريو ۽ ڇوڪريءَ جي سونهن پسي، حيران ٿي ويو!

هن ڪانئس پڇيو. ”نينگري تنهنجو نالو ڇا آهي!“

ڇوڪريءَ پنهنجي مڌريلي آواز ۾ پڙڪيو. ”سونل!“ لاکي ڇوڪريءَ جي ڇهري ۾ اکيون کپائيندي چيو! ”سچ پچ! اوڏن ۾ ب. ڪا ههڙي سونهن ٿيندي آهي ڇا؟“

سونل لڄائيندي جواب ڏنو. ”چو سردار! سونهن ب. ڪا صرف اميرن جو ورثو ٿيندي آهي ڇا؟“

لاکو ڪجهه. هڪو ٻڪو ٿي ويو. رڪجي رڪجي چوڻ لڳو ته. ”نه ...... نه منهنجي چوڻ جو مطلب اهو آهي ته، تو جهڙي سهڻي ڇوڪري مون اڳ ڪڏهن ب. نه ڏٺي آهي!“

سونل وري چوڻ لڳي. ”سردار جهرڪي هميشه باز جو شڪار هوندي آهي ۽ اسين به هيٺا آهيون، خبر ناهي ته ڪيڏي مهل ڪو جهالو پنهنجي چنبن ۾ جهٽي وٺي!“

لاکي هڪدم ورائيو ته: ”مان چنبو صرف طاقور ۾ ڪپائيندو آهيان. منهنجو ڪوٽ ته آزاريلن ۽ هيڻن جي پناهه گاهه آهي.“

”لاکا! هيڏي ڌرتيءَ تي اسان لاءِ ڪٿي به جاءِ ناهي! سونهن به اسان لاءِ مصيبت بڻجو پوي.“ سونل نماڻائيءَ سان ڏکيرو ٿيندي چيو.

”نه .... نه توهان ۾ ڌرتيءَ جي سڳند آهي. ساري سنڌ جي مٽي اوهان جي ٻهرن جي پٺي آهي!“ ڌوزو رڪجي لاکو وري چوڻ لڳو ته:”سونل تون مون سان شادي ڪندينءَ؟“ سونل شرم وچان ا کيون هيٺ زمين ۾ کپائي ڇڏيون ۽ پوءِ جهيڻي آواز ۾ چوڻ لڳي ته: ”لاکا، آئون توسان شادي ڪيئن ڪنديس؟؟ تون لاکو چام، ڪوٽ ڌڻي، ديسان ديس هاڪارو ۽ مان غريب بي نام اوڏڻ!“

”نه، نه مون توهان جو قدر سڃاتو آهي! توهان ڌرتيءَ جي سونهن سوڀيا آهيو.“

”ڇا تون منهنجي ڪوٽ جي راڻي ٿيڻ چاهين ٿي؟“

سونل ساڳيءَ ريت ورائيو: ”لاکا، تون لڄ پال

آهين ۽ مان هڪ بي وس عورت آهيان. پاڻ ۾ وڇــن پارڻ جو ست ساري نٿي سگهان."

"سونل تون سچ پچ سوني آهين، ڇا سونهن ۾ ڇا اڇڻ ۾. آئون واعدو ٿو ڪريان ته توسان هرحال ۾ شادي ڪندس."

لاڪي خوش ٿيندي جواب ڏنو ۽ پوءِ هو ڪوٽ کان ٻاهر نڪري ويو.

## باب ڇهون

# بهادر ممون

گهڻن ڏينهن کان، لاکي سان ڪتي به ڪو مقابلو ڪونه ٿيو هو. هو روزمره جي وهنوار ڪان ڪڪ ٿي پيو هو. من جي دل چاهيو ٿي ته ڪتي نه ڪتي، ڪنهن نه ڪنهن سان طاقت ضرور آزمائجي. هو گهوٽان نڪري جهنگ ڏانهن هيڪڙو طرف وٺي روانو ٿي ويو. هو هڪ اهڙي گهاٽي جاء تي پهچي ويو، جتي هرطرف رکو وڻن جي ڇانو ٿي ڇانو هئي. اتان هن کي هڪ سنهو پيچرو نظر آيو، جنهن تان هلندو هلندو، هو هڪ اهڙي رستي تي اچي پيو، جيڪو ننهن مان وروڪڙ کائيندو ڪنهن گوٺ ۾ وڃي ٿي پهتو. رستي جي ڪاهي پاسي کان هڪ ننڍو واهڙ هو، جنهن ۾ تيزيءَ سان پاڻيءَ جو وهڪرو جاري هو. لاکو واه جو ڪپ وٺي هلڻ لڳو ۽ ٿورين وکن ڪانپوء واٽ تمام سوڙهي بنجي وئي، جتان واه آڪرڻ لاء هڪ بند رکيل هو، اها ڇڄ ته هڪ اڻ گهڙيل پل هئي. لاکي ٻي پير وجهڻ لاء، جيئن ئي پير رکيو ته پل جي ٻئي ڇيڙي کان هڪ تمام ٻکهو

۽ جاڳو ماڻس بيٺل نظر آيس، پل بنهه سوڙهي هئي ۽ هڪ وقت ۾ رڳو هڪڙو ئي ماڻهو اڪري سگهيو ٿي.

لاکو پل تان، پار وڃڻ لاءِ تيزيءَ سان قدم کڻڻ لڳو. پر سامهونءَ وارو شخص به ساڳيءَ طرح جلديءَ ۾ هلندو آيو، تان ته ٻئي ڄڻا، پل جي وچ ۾، هڪٻئي جي آمهون سامهون اچي بيٺا. قداور ۽ ٿلهو ۽ ٿنبرو شخص پنهنجي جڳهه تي قدم ڄمائي بيهي رهيو. ان مان صاف ظاهر هو ته سندس ارادو ڇا آهي. هن نٿي چاهيو ته لاکو پار وڃي رستو. هو ڪرڙين نگاهن سان لاکي کي گهورڻ لڳو. هاڻي حالت اهڙي اچي بڻي هئي، جو يا ته لاکو واپس هليو وڃي، جيئن اهو شخص پهرين پل پار ڪري وڃي يا ته اهو شخص هٽي وڃي، جيئن لاکو پل اڪري سگهي. هن شخص جي گهنڊ وجهڻ مان، خبر پئي ٿي ته هو هٽڻ نٿو چاهي. پر لاکو به پنهنجي جاءِ تي اڻ موٽ سردار هو، جنهنجي سڄي تر ۾ هاڪ هئي، سو ڀلا ڪٿي ٿو ڪنهنجي اڳيان جهڪي، پوءِ ڪٿي ڪوبه سورمو ڇوڙ هجي؟ هن هڪڙي نظر هيٺ واهه تي وڌي، جيڪو تيزيءَ سان وهي رهيو هو ۽ پوءِ گجندي چيو:

”منهنجي واٽ تان هٽي پري ٿي.“ پر هو شخص ٽس کان مس نه ٿيو.

”اڙي او ٿلها؟“ لاکو وري ڪڙڪيو ”هٽين ٿو يا سون کي زوريءَ ڌڪڻو پوندو؟“ هو شخص جواب ۾

رڳو ڏند ٽيڪي ٻيٺو رهيو. لاکي حيي اڪين ۾ رت لهي آيو.

"تون ڪوڻ هئنديون؟" لاکي پنهنجي ڪمان چاڙهيندي چيو: "نه ٻوء ڏس، اڄ تو تي مزو چکايان" اهو چوندي چلي ۾ تير وجهندي هن ڪمان کي ڇڪيو. اهو ڏسندي اهو ديو جهڙو ماڻس هن ڏانهن وڌي آيو، سندس هٿ ۾ هڪ ٿلهي ڏکي جهڙي لٺ هئي."

"جيڪڏهن تو تير ڪشيو ته مان هيءَ جو هيئر تنهنجي ڪل لاهي ڇڏيندس." هن جو چهرو ڪاوڙ ۾ ٽهڪي رهيو هو.

"احمقن جهڙيون ڳالهيون نه ڪر، آئون هڪ لحظي ۾ تير تنهنجي دل مان پار ڪڍي سگهان ٿو" لاکي چيو.

"تون ڏاڍو بزدل ٿو ڏسجين" هن نفرت مان چيو: "تو وٽ تير ڪمان آهي ۽ مون وٽ رڳو سونٽو!"

"بزدل؟؟ لاکي رڙ ڪئي "چڱو! مان اڄ تو توکي ٻڌايان ته مان ڪهڙو بزدل آهيان؟"

هو ڊوڙندو پوئين پيرين واپس پل جي چيڙي تي ويو ۽ وڻ مان هڪ ٿلهو ٿار ڀڳائون، پنن کان ان کي صاف ڪري، ساڳيءَ طرح ڊوڙندو پل تي واپس موٽي آيو.

پل جي بلڪل وچ تي وچ ۾ ٻنهي جو مقابلو ٿيو ۽ ٻنهي پاسن کان سونٽا ڦرڻ لڳا. نيٺ لاکي ان شخص

جي ڪاهي تي هڪ زوردار ضرب لڳائي. هن به جوابي وار ڪيو. هن جو سونٽو لاڪي جي مٿي تي لڳو ۽ مقابلو برابر جو رهيو. لاڪي جوش ۾ اچي سونٽن سان وارو وار لائي ڏني، پر آن شخص جا قدم ذرو به نه لڏيا ۽ هو سندس هرهڪ وار جو جواب سختيءَ سان ڏيندو رهيو. نيٺ آهستي آهستي لاڪو مٿس اثرانداز ٿيڻ لڳو پر جڏهن ڪيس پنهنجي ڪناري جي پڪ ٿي وئي، ان وقت، هن جو پير ڪسڪي ويو ۽ زوردار ڇپڙاڪ سان وڃي واهه ۾ ڪريو. مونهن پوڻ ڪري واهه ۾ آٿل آيل هئي ۽ وچ ۾ ته پاڻي ڪافي گهرو هو ۽ هو پاڻيءَ ۾ غوطا ڪائڻ لڳو.

"پڌاءِ دوست! تون ڪٿي آهين؟" ٿلهي ساٿيءَ آواز ڏيندي چيو. لاڪي پاڻيءَ ۾ گهنجندي جواب ڏنو "تنهنجو وار برابر زوردار هو"

"هاڻي تو هار مڃي آهي، ته اچ، پلي تون ڏسي پهريائين پل پار ڪر" لاڪو واهه مان نڪري آيو. هن جا ڪپڙا پاڻيءَ ۾ پُسي ڏر ٿي پيا هئا. هوُ اجنبي شخص وٽ پهتو ۽ پڇيائين ته "تون ڪير آهين ۽ ڇا ڪندو آهين؟" ان شخص ڪند لوڏيندي جواب ڏنو.

"مونءَ کي ڪوبه ڪمُ نٿو ملي. هرڪو سرنديءَ وارو نوڪر رکڻ کان ڪترائي ٿو. هو مونءَ کان پنهنجي مرضيءَ جو ڪم وٺڻ گهرن ٿا، پر مونءَ سان اهو مشڪل آهي جو هو هر ڪم پنهنجي مرضيءَ

سان ڪرڻ گهري ٿو، پلا ڪنهنجي همت آهي جو، مون ۽ جي هوڏ جي آڏو ٿي بيهي ۽ ڪائنس پنهنجي مرضيءَ تي ڪم وٺي؟" پلا تو ته پنهنجي سڄائپ ڪانه ڪرائي؟"

"آئون سردار لاکو ڦلاڻي آهيان!"

"بلاشڪ تون بهادر آهين، تو وانگر سينو ساهي مون سان ڪو به دوبدو نه وڙهيو آهي. مون جهڙي تنهنجي ساراهه ٻڌي آهي، ان کان وڌ مان لهين"

"آئون بهادرن جو قدردان آهيان! تو جهڙي هوڏي ۽ ارادي جو پڪو شخص اڃا ناهين مون ڪي نه گڏيو آهي! ڇا تون منهنجي ڪوٽ ۾ منهنجو ٻيلي ٿي رهڻ پسند ڪندين؟"

"تو جهڙي هڏڏوڪي ۽ بهادر سان ساٿ ڏئي، مونکي ڏاڍي خوشي ٿيندي."

لاکي وراڻيو "ڪوٽ ۾ منهنجا ٻيا به جانثار ٻيلي رهن ٿا، آهي توکي وڙهڻ جو هرڪو فن سيکاريندا تيراندازي، تلوار بازي، ملهه ۽ ٻيا هرڪا زور آزمائي...."

ممون ان کان پوءِ ڪوٽ ۾ رهڻ لڳو. هو جلدي ۾ ئي لاکي جي ساٿين ۾ مقبول ٿي ويو. سڀني هن جي طبع جي آڪڙپائي ۽ هوڏ کي سمجهي ويا هئا ۽ ڪين هرڪو پسند ڪرڻ لڳو. لاکو هر مهم تي ڪمس

پاڻ سان وٺي ويندو هو يا جڏهن اڪيلو نڪرندو هو
ته ٻنيان ڪوٽ ۾ سيني همراهن جو سرواڻ ڪري ويندو
هوس ۽ سيئي ساٿي خوشيءَ سان هن جي فرمانبرداري
ڪندا هئا.

## باب ستون

# پيرمرد جو فرياد

صبح ۽ جو سهائيندڙ سمو آهي. ساين ٻنين ۾ سنگ لهرائي رهيا آهن. ٿڌڙي مٺڙي هوا انسانن ۽ ٻين ساهه وارن کي مست بنائي ڇڏيو آهي. ٻنيءَ جي پرسان، هڪ پاسي کان، هارين نارين جون جڳهيون ٺهيل آهن. هاري ۽ هارياڻيون سنگ لٽي ۽ آنُ رانڊين رهيا آهن. نار ۾ ڏڳو ڦري رهيو آهي. لوٽين مان پاڻي وهي، موريءَ مان لنگهي، ٻنين کي تار ڪري رهيو آهي. آسمان تي ڪڪر ڇانيل آهن، سڄي فضا تي چڻ مستي آيل آهي. ماڻهو خوشيءَ کان ساز وڄائي گيت ڳائي رهيا آهن. حيوان موج ۾ اچي ڪنڌ لوڏي جهومي رهيا آهن ته پکي به مٺڙيون لاتيون لنوي رهيا آهن. هيءُ سائو ستابو گوٺ ڪوٽ ڦلاڻي جي ويجهو آباد آهي ۽ ساري پڊر جو سردار لاکو ڦلاڻي آهي.

اجهو هو سفيد گهوڙيءَ جو سوار، پنهنجي ڪوٽ کان ٻاهر نڪتو آهي. هري هري گهوڙي کي هلائي رهيو آهي ۽ چپن ۾ ڪجهه جهونگاري به رهيو آهي. شايد وڻندڙ موسم هن کي به موهي وڌو آهي.

اڄهو سورج آيريو - رات وهائي!
مان ديس دلاور - لاکو ڦلاڻي.
آزادي آ، سونهري ديپڪ پنهنجو،
تير و تلوار، ٽيڪو آ - گهٽو پنهنجو،
دروهيءَ سان ٽڪي - پل ۾ ڪڪائي،
مان ديس دلاور - لاکو ڦلاڻي
ڪاڄ ويڳاڻا نه ٽيندا - راڄن جا،
پاڙ به نيٺ پرجهندا - پاڳين جا،
ڪونه ڪو رکبو - جهل پلاڻي،
مان ديس دلاور - لاکو ڦلاڻي!
ڏاڍن جا ڏاڍ ڏمر چڙها مڪائي،
پرمارن جا ڪوٽ قهر جا ڍاهي،
پورهيت توسان همراه ساٿي،
مان ديس دلاور لاکو ڦلاڻي.

هو ساڳي رفتار سان ميدان مان لنگهي، گهوٽ، پرسان هڪ ٻيڇري تان لڙڪهائون ٿي رهيو هو، جو سندس گهوڙيءَ جي واڳ کي ڪنهن پير مرد پنهنجي ڏڪندڙ هٿن سان روڪڻ جي ڪوشش ڪئي! هن وڏي سڏ رڙ ڪئي:

’او ابا گهوڙو جهل‘

’لاڪا، ڏئيءَ جي نانءُ منهنجي واهر ڪر.‘

لاڪي ٻڇڪار ڏني اڪيءَ کي ٻيهاري ڇڏيو ۽ پاڻ لهي زمين تي ٿي بيٺو!

’پير مرد توکي ڪنهن ڏکويو آهي؟‘

پوڙهو مڙس لاڪي جي پيرن تي ڪري اوڇڪارون ڏئي روئڻ لڳو. لاڪي هڪدم ٻوڙي پير مرد کي مٿي کنيون ۽ چيائينس!

’پوڙها ٻڌاءِ ڪٿان آيو آهين؟ تو سان ڪهڙو ظلم ٿيو آهي؟‘

پير مرد، پنهنجا ڳوڙها ٻوڇڻ سان اگهندي چيو:

’لاڪا آئون جنهن پدر ۾ رهندو آهيان، سو سردار ڏگائي جو راڇوارڙو آهي!‘ مون سان ۽ ٻين سڀني غريبن سان ظالم ڏڳائي ڏاڍا ڪيس ڪيا آهن، هن جي راڄ ۾ ڪنهن جو ٻيو وهانءُ سندس مرضيءَ کانسواءِ نٿو ٿي سگهي، هو جنهن سان گهري ٿو، تنهن سان مڱابندي ڪرائي ٿو.

لاڪي وري پڇيو:

”تون ڇا ٿو چاهين؟ تنهنجو ڪير ٿو پرڻجي؟“

”لاڪا ٻچين شل، منهنجي نياڻي ويٺي آهي. ماڻس ته ننڍي هوندي ئي گذاري ويئي. سون لاڏ ڪوڏ سان نپائي وڏو ڪيو اٿماس.“

”سردار ڏڪڻائي هوڏ ڪئي آهي ته منهنجي ڌيءُ جو سڱ راڄ جي هڪڙي پوڙهي مڙس کي ڏنو وڃي.“

سردار لاڪي پڇيو ته: ”تون پنهنجي ڌيءُ ڪنهن سان پرڻائڻ گهرين ٿو؟“

پوڙهي وراڻيو: ”مان پنهنجي نياڻي ’نازل‘ جي شادي گل سان ڪرائڻ چاهيان ٿو. هو اسانجو پنهنجو رت آهي، منهنجي وڏي ڀاءُ جي نشاني آهي.“

”تنهنجي ڀائٽي سان پرڻائڻ ۾ سردار ڏڪڻائي کي ڪهڙو اعتراض ٿي سگهي ٿو؟“

”سردارن جي پٽ، آهي ته هو ڪنهن به ڇوڪريءَ کي راڄ کان ٻاهر پرڻائڻ جي موڪل نه ڏيندا آهن، پوءِ ڇونه ڪئي اهو سڀڪو سوٽ ئي هجي. ’گل‘ هتان ڪجهه ڪوهه پري اوير طرف ٻئي راڄ ۾ ڇانئو ٻپنو آهي ۽ اتي ٿي جهنگ ۾ پهون ٻهرائي گذران ڪندو آهي. ڏڪڻائي جو چوڻ آهي ته ڌارين راڄ جو ماڻهو وٽس پير به نٿو پائي سگهي.“

سردار لاڪي وري پڇيو ته ”گل به تنهنجي ڌيءُ سان شادي ڪرڻ ۾ برابر راضي آهي يا نه؟“

”بابل گل تمام سچو ڇوڪر آهي، هن جي به

نازل سان شادي ڪرڻ تي دل آهي. پر سردار جي فيصلي کانپوءِ نااميد ٿي هن پٽ ۾ اچي ويٺو آهي."

"پوڙها، تون بلاشڪ منهنجي پدر تي لڏي اچ ۽ پنهنجي ڌيءَ جو وهانءُ به هتي اچي ڪراءِ."

"نه منهنجا سائين، سردار ڏڳاڻو ڪنهن به طرح لڏڻ نه ڏيندو اوطاق ۾ وچي رحم لاءِ به ٻاڏايو هئومانس پر هن اَللندو به ني ڇها واهي ڪيا. اينده سهائي سومر تي وهانءُ رچائڻ جو ڏينهن به ٻڌي ڇڏيو اٿن."

لاهو ٻڌندي لاکي جو منهن سرخ ٿي ويو، هن فيصلي ڪن انداز ۾ چيو ته: بس، بس پوڙها، تون وڃي شاديءَ جي تياري ڪر. "اينده سهائي سومر تي نازل جي شادي ضرور گل سان ٿيندي!"

لاکو لانگ وراني، گهوڙيءَ تي سوار ٿيو، پر ورتي منهن وراڻي پڇڻ لڳو: "پوڙها، تون ڪهڙي ڳوٺ ۾ رهندو آهين، جتي وهانءُ ٿيندو."

"پوڙهي ترت ورائيو: آئون ڳوٺ سرهي وسنئن جو رهاڪو آهيان، جيڪا امرت تڙ وٽ آهي. اها وسندي به سردار ڏڳاڻي جي راڄوڙي ۾ شامل آهي."

اهو ٻڌندي لاکي گهوڙيءَ کي پيرن سان اڙي هڻي لغام کي ڇڪ ڏني ۽ سڌو رستو وٺي روانو ٿي ويو. اڃا ٿورو پنڌ پرتي ويو ته سندس ڪن تي مرليءَ جي مڌر آواز جو پڙلاءُ پيو. هن گهوڙيءَ کي بيهاري نهاريو ته ڏٺائين ته. سامهون وڻ جي ڇلنو عيتان هڪ ڪيرو

نوجوان مرليءَ مان سر کڍي رهيو آهي. لاکي ويجهو وڃي، پڇيا ڪندي چيو ته:

”نوجوان تون هن جهنگ ۾ ڪهڙي ڪاج سان ويٺو آهين؟“ هن مرلي چپن تان لاهي ورائيو ته:

”سائين مان ڪنهن به ڪاج يا ڪرت سان لڳل ناهيان. منهنجي دنيا ئي اونده ٿي ويل آهي. منهنجي جيئڻ جو ڪوبه سبب نه رهيو آهي.“

سردار لاکي مشڪندي چيو ته تنهنجو ناءُ گل آهي.

نوجوان نراسائيءَ مان جواب ڏنو ته ”ها، مان ئي نامراد گل آهيان جنهن جي پيار جي دنيا ويران ٿي چڪي آهي، منهنجي محبوبه جي شادي به پوڙهي رئيس سان ٿي رهي آهي! ........ پر ........ پر نوجوان جواب ڏيندي اوچتو رڪجي ويو ۽ عجب مان گهوڙيسوار کي ڏسڻ لڳو پوءِ يڪدم پڇيائين ته: مهربان توکي منهنجي ڳالهه جي خبر ڪيئن پئي! تون ڪير دلير پهلوان آهين؟“

لاکي اتر ڏنس ته:”آئون لاکي جو دل گهريو دوست آهيان، تو ڪڏهن لاکي کي نه ڏٺو آهي؟“

نوجوان چيو ته:”آئون هن پٽ ۾ پهريون ڀيرو آيو آهيان پٽو اٿم ته لاکو وڏو پهلوان مڙس آهي ۽ غريبن جو هڏ ڏوکي ۽ مددگار آهي.“

لاکي چيس ته: ”تون دل نه لاهه، تنهنجي شادي خواهش مطابق ٿيندي. پر پوءِ توکي هڪڙو انجام ڏيڻو

پوندو. نوجوان هڪدم ڪڙائيءَ سان جواب ڏنو: ”آئون
هرڪو انجام پاڙڻ لاءِ تيار آهيان.“

”توکي شاديءَ کانپوءِ پنهنجو ڳوٺ ڇڏي، لاکي
ڦلائيءَ جي ڳوٺ ۾ هلي رهڻو پوندو، جتي توهانجي
سلامتي آهي.“

”بلڪل ائين ٿي ٿيندو.“

لاکي چيس ته: ”پوءِ تون شام مهل لاکي ڦلائيءَ
جي مهمان سراءِ ۾ ضرور اچجانءِ، جيئن تنهنجي من جي
مراد پوري ٿئي.“

نوجوان وري ساڳيو سوال ورجايو ”پر سائين، سان
پڇي سگهان ٿو ته منهنجي باري ۾ اوهان کي سڀڪجهه
ڪيئن معلوم ٿيو؟“

لاکو گهوڙي تي سوار ٿي ويو ۽ واڳ ورائيندي
چيائين ته: ”بس نوجوان شام جو سردار لاکي ڦلائيءَ
سان ملاقات مهل، توکي سڀڪجهه معلوم ٿي ويندو!“

نوجوان پنهان واکو ڪندي چيو ته: ”آئون ته
برابر اينڊس پر اهڃاڻ لڳن ٿا ته تون پاڻ لاکو ڦلاڻي
آهين؟“

لاکي ورندي ڏيندي وڏي آواز ۾ چيو ته: ”ايئن
ئي سمجهه.“

سردار ايترو چئي گهوڙيءَ کي ڇهي ڏني تيز ڪيو،
هو دل ئي دل ۾ سچي وات سوچيندو رهيو ته ڪيئن

ٿازل جو نڪاح پوڙهي رئيس بدران گل سان ٿي وڃي. ڪوٽ ۾ پهچي هن سنگتين سان صلاح ڪئي. سيني گڏجي هڪ رٿ رٿي، جنهن تي وهاڻ واري ڏينهن عمل ڪرڻو هون.

## باب اٺون

# گل جي شادي

نما شام جو وقت آهي. سج جا پاچا، ڍرتيءَ تان هٽي، مٿي وڻن جي چوٽين تي لڙي رهيا آهن. اڄ سرهي وسنئن ۾ چوڌاري شادمانا ٿي رهيا آهن. جت ڪٿ گهما گهمي ڏسجي ٿي. هڪ پاسي کان ڪڪاوان پونگا اڏيل آهن، جتي راڳ جي رس رهاڻ لڳي پئي آهي. زناني آواز ۾ لاڏن جو پڙلاءُ لنگهندڙن جي ڪنن ۾ پري پيو. ميدان کان پرڀرو ڊڀ هيٺان نوجوان ملهاڙو کيڏي رهيا آهن! ڪي وري ٻانهن ۽ چنبن سان زور آزمائي ڪي لڳا پيا آهن. ننڍڙا ٻارڙا سڄي ميدان تي ڊوڙون پائي رهيا آهن. ڪي مڙس ماڻهو وري پنهنجي ڪچهري مچايو ويٺا آهن ۽ ڳجهارتن جي ڏي وٺ سان دل پيا وندرائين. هڪ پاسي کان ٻرندڙ ڪاٺين جي چلهن تي ديڳيون پيون دمجن پلاءُ ۽ ڪورمي جو واس چوڌاري فضا ۾ ڦهلجي پيو آهي.

سج جي روشني گهٽ ٿيندي وڃي پئي ۽ اونده پنهنجا پَرَ پکيڙي رهي آهي. هاڻي چوڌاري چانئيون ٻاري روشني ڪئي ويئي آهي. سڀئي ماڻهو جدا جدا

منڊليءَ کي ڇڏيو وڏي ميدان تي اچي گڏ ٿيا آهن. پهرين صف ۾ ڳوٺ جا پريا مڙس ۽ راڄاڻا مرد ويٺا آهن. انهن جي پٺيان ٻي صف ۾ ڳوٺن مان آيل مهمان ويٺا آهن. سڀني کان پڇاڙيءَ ۾ وري نوجوان ۽ انهن جا ٻاهران آيل سنگتي ويٺا آهن. ڪنهن مهل گهوڙيءَ تي هڪ ٿلهو متارو سوار آيو، جنهن کي وڏي پڳ ٻڌل هئي. سڀني اٿي هن کي آدر ڀاءُ ڏنو ۽ کيس ڪيڪاريو. پٺيان ويٺل ٻه ادب وچان هٿ ٻڌي بيهي رهيا. اهو سڄي راڄ جو پڳ دار سردار ڏڳانو خان آهي، جيڪو پنهنجي ڪوٺ کان ڪهي شاديءَ ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ پهتو آهي.

اوچتو ئي اوچتو، مڱڻهارن جو ٽولو، شرنائون ۽ دهل وڄائيندو ظاهر ٿيو، جن جي اڳيان هڪڙو ناچو ناچ وجهي رهيو هو. ٽولو سازن سان وڄت ڪندو ۽ ناچو جهمر هڻندو اڳين قطار جي وچ ۾ بيهي پنهنجو هنر ڏيکارڻ لڳا. سڀئي وهاڻ ۾ ويٺل ميزبان ۽ مهمان هنن کي حيرت ۾ ڏسڻ لڳا، پر هنن اهڙي ناز ۽ انداز سان پنهنجي فن جو مظاهرو ڪيو، جو سڀئي کين ڏسڻ ۾ محو ٿي ويا. ڪنهن کي ڪا سمڪ ئي ڪانه پئي ته اهو ٽولو ڪهڙي هنڌان پهتو آهي ۽ ڪنهن گهرايو آهي؟ هنن پهر اڌ خوب ڌمالون ڪيون ۽ ڳائي وڄائي ڇيڄ وجهي، سڄي مجلس تي سنگيت جو سحر طاري ڪري ڇڏيو ۽ جڏهن بس ڪيائون ته ڇوڙاري واهه واهه ٿي ويئي.

سردار ڏڱاڻي هڪدم آئي ٽولي جي ڪڱ شرناڻي واري جي پٺي ٺپري ۽ چيائينس ته "جس هجيو ڀهڙي وسيلي وچت ۽ سازا اڳي ته هڏهن به توهان جي ٽولي کي ڪونه پڏو هوسون. فقير ڪهڙي پٺ سان آيا آهيو؟"

هن جواب ڏنو ته "ملڪ مولا جو آهي، اسين سڀني جا خدمتگار آهيون، رکو لاڳ وٺڻ لاءِ آيا آهيون، دعا ڪري جيڪو دان ڏيندؤ، آهو وٺي هليا ويندا سون."

"بيشڪ بيشڪ اوهين لاڳ جا حقدار آهيو.

هن ناچوءَ به نچڻ سان دنگ ڪري ڇڏيا آهن!"

مگٺهار مشڪي جواب ڏنو "ها سائين بروبر، هي وڏو ڪيڏاري آهي. نڪاح مهل اوهان کي ٻيو به ڪيڏ ڏيکاريندو." اوهان سردارن جي سخا ڏسيو ري سڏ اچيو حاضر ٿيون."

سردار چيو ته: "ڀلي ڀلي ڪري آيا. جيءَ آيا نچ آيا. هاڻي ڇني ۾ هلي ويهو. راج سمان گڏ ماني ڪاڻي ڍؤ ڪريو. نڪاح پڙهڻ ڪانپوءِ ٻيو دس وڃائجو."

رات جا ٻه پهر گذري چڪا هئا. چنڊ آسمان تي ڪڙيو بيٺو هو. چانڊوڪيءَ جي سهائي روشنيءَ ۾ سارو ميدان وهنجي رهيو هو. گهوٽ به موڙ ٻڌي سهرا لٽڪائي ويٺو هو ۽ پرسان نڪاح پڙهڻ وارو مولوي به اچي ويٺو!

مولوي گهوٽ کان نالو پڇيو ته هن ٺهه پهه جواب ڏنو ته "ٽُلُ" اڙي هي ڇا؟ سڀ حيران ٿي ويا. گهوٽ کي

۾ ڏهه حسني هاهه ڏوس مچي ويئي. گهوٽ جڏهن سهرا
ٻڌي مٿي نهارڻ لڳو تڏهن سيني ڏٺو ته اهوئي نوجوان
آهي، جيڪو مڱڻهارن جي ٽوليءَ سان نچي رهيو هو!
جيڪي مڱڻهار هئا تن رت هيٺان شهنايون ۽ دهلن بدران
هٿن ۾ تلوارون ۽ ڀالا هئا، جيڪي اڀا ڪري پهرين صف
۾ بيٺا هئا. هڪ شرناءِ وڄائيندڙ سيني کان اڳ ۾
تلوار جهليو بيٺو هو. پر هينئر ڪيس پٽڪي بدران ڪاري
پڳ پهريل هئي. نه منهن تان ڏاڙهي به غائب هوس
رکيو سنهيون مڇون رکيل هوس. اڳيان ويٺلن مان
ڪنهن رڙ ڪندي چيو ته "اڙي شهنائيءَ وارو سردار
لاکو ڦلاڻي!"

سردار لاکي ڦلاڻي چيو ته "خبردار جيڪڏهين ڪنهن
پنهنجي جاءِ تان چريو آهي ته سندس سر قلم ڪيو
ويندو." پوءِ وڏي واڪي سان چيائين "مولوي، شاهد
ويٺا آهن تون نڪاح پڙهاءِ نه ته پنهنجي سر جو خير
نه سمجهجائين!" مولوي ڏڪندي ڏڪندي نڪاح پڙهيو ۽
۽ دعا به جهٽ ۾ گهڙي پوري ڪئي.

هيءَ اوچتي ڪارروائي اهڙي ته عجب ۾ وجهندڙ
هئي، جو سردار ڏڱائو بت بڻجي ويو. ڪيس ڪا سڌ ئي
نه رهي ته هو ڇا ڪري! ڪا مهل خاموش رهڻ کانپوءِ،
جڏهن هن سرت سنڀالي تڏهن هڪل ڪندي چيائين ته:

"لاکا! تو کي منهنجي راڄ ۾ هيءَ ڏاڍ مستي ڏاڍي
مهانگي پوندي!"

لاکي ورندي ڏني تہ "مون کي ان ڳالھہ جي ڪا پرواه ناهي. آئون ڪنهن مظلوم جو سڏ اونائي، ان جو ڪاج ڪرائڻ آيو آهيان!"

ڏڳاڻي چيو تہ: هي تنهنجي پورهيت جي ڏيہہ جو ڪاج آهي، نيث بہ تنهنجو اسان جي راڄ جي ماڻهن ۾ ڇا وڃي؟"

لاکي چيو: "ڏڳاڻا توں ڀليل آهين، پورهيت نہ تنهنجو آهي نہ منهنجو. پورهيت صرف ڌرتيءَ جو ٿيندو آهي ۽ مان ڌرتيءَ جي ننگ ناموس جو رکوالو آهيان."

"لاکا! تنهنجو خر ستوون سھڻ ڪان ٻاهر ٿي ويون آهن، آئون سيني راڄن کي تنهنجي ڏاڍاين خلاف پڙ ڪاٺيندس. چار نگر ۾ سلطان ڏانهن بہ دانهين ويندس. تو کي ان ڪئي جي سزا اوس لوڙڻي پوندي."

"مون کي نتيجي جي ڪا بہ ڪاڻ ناهي. غريب ديسواسين جي ٽيسين ڪم ايندو رهندس، جيسين سسيءَ ۾ ساهہ اٿم" ائين چوندي لاکي پنهنجي ساٿين کي حڪم ڪيو تہ:

"ساٿيو! سيني ميدان کان ٻاهر نڪرو! ڳوٺ کان ٻاهر جتي ٻيا ساٿي انتظار ۾ بيٺا آهن، تن سان هلي ملو. ها پر خبردار جيڪڏهن ڪو اسان جو پيڇو وٺي تہ پنهنجي سر تان آهو ڪئي پليان اچي!"

ڳوٺ جي ڪنهن بہ ماڻھوءَ هنن سان منهن آڏي ڪانہ ڪئي. ڇو تہ جيئن تہ ڪاج هو ان ڪري ڪنهن بہ ڪو هٿيار پنهوار پاڻ سان ڪو نہ آندو هو. پوءِ تہ

گھڻن ماڻھن جي موالدن مان اُنهن پٺي لڳو ته ڇڻ ان ڪاروائيءَ تي دل ئي دل ۾ سرها هجن. سردار ڏڳائي جو ڪوٽ ٻه ڪوٽ ڪان گھٽو پري هو هو رات جي وڪڙي ۾ پنهنجا ماڻهو گهرائي نٿي سگهيو. ڏڳائي جي راڄ وارن سمجهو ته لاکوڪوٽ جي ٻاهران پنهنجا ٻيا هٿيار بند ساٿي ٻيهاريا هوندا. جيتوڻيڪ اُنهن ڪونه هو. لاکي سپاهين ڪان ڪم وٺي ڏهڪاءُ وجهڻ لاءِ پنهنجي همراهن کي چاڻي واڻي اهڙي ڳالھ چٽي.

لاکو ۽ سندس ساٿي ٻنهن ڪنهن اٽڪاءَ جي ڪوٽ مان سلامتيءَ سان نڪري ويا. هڙين مان گهوڙا اڇي ڪڍيائون. سڀ ڪان اڳ ۾ گھوٽ ڪنوار کي هڪ گھوڙي تي ويهاري اڳيان ڪيائون. نازل حسي پوڙهي پيءَ کي به پاڻ سان گڏ وٺي هليا، چانڊوڪيءَ جي سهائيءَ ۾ هنن کي گھوڙن هڪلڻ ۾ ڪا به تڪليف ڪانه آئي. سج اڀرڻ کان اڳيئي هو پنهنجي ڪوٽ تي پهچي ويا.

## باب نائون

# سوداگر ۽ ڍينگ

سردار لاکو ڦلاڻي پنهنجي ڪوٽ ۾ ويٺو آهي. هڪ ساٿي پاهران اچي چاڻ ڪري ٿو، ته ڪو مسافر ساڻس ملاقات لاءِ آيل آهي. لاکو ڪوٽ اندران اوطاق ۾ پهچي وڃي ٿو. هڪ پيڪيدار ڪپڙا پهريل پرديسيءَ تي نظر پوڻس ٿي، جيڪو ڪٺولي تي ليٽيل آهي، پر لاکي کي ايندو ڏسي ملڻ لاءِ اٿي بيهي ٿو. لاکو ڪيڪاريندي کانئس حال احوال وٺي ٿو.

”پرديسي تون ڪٿان آيو آهين، تنهنجي ڪهڙي منزل آهي؟

”مان سوداگر آهيان، تمام ڏوراهين ڏيهه کان پهتو آهيان. چام ننگر منهنجي منزل هئي، پر وات تي سارو مال ڦرجي ويو اٿم. هاڪ پڌي تنهنجي در لنگهي آيو آهيان، اميد اٿم ته مايوس ٿي ڪونه موٽندس!“

”توسان ڪهڙي ڦر ٿي آهي؟“

”مون پاڻ سان پنج تمام قيمتي گهوڙا آندا هئا. انهن کي چام ننگر ۾ کپائڻ جو ارادو هو، جو ته اتي سٺي قيمت ملڻ جو آسرو هوم پر منهنجي بدبختي جو

جهنگل ۾ ڪي ڦورو گهوڙا ڦري رہندا رهيا ۽ منهنجي نوڪرڪي بہ قتل ڪري ڇڏيائون.“

پوء تو ڇا ڪيو؟ لاکي وڌيڪ معلوم ڪرڻ لاء پڇيو.

”آئون ويجهي راج ۾ لنگهي ويس. ڪتان بہ جانورن جو سگهہ نہ مليو. سردار ڏونگر وٽ داد رسيءَ لاء فرياد ڪيم، مگر هن صرف هڪڙي شرط سان جانورن ورائڻ جو واعدو ڪيو آهي. هن چيو تہ اها ڌاڙيلن ڦر ڪئي آهي ۽ مال موٽائي ڏيڻ واسطي انهن کي ڍنگ ڏيڻو پوندو آهي.“

”ڍنگ لاء ڪيترو ناڻو گهرن ٿا؟“

”هو ڍنگ لاء پنج سؤ ناڻي جا گهري رهيو آهي، پر مون وٽ هن وقت تہ ڪوڙي ڪوڏي بہ هٿ ۾ ڪانهي.“

لاکي ورائيو: ”سوداگر! تون منهنجو مهمان آهين. منهنجي اوطاق ۾ ڪجهہ ڏينهن ٽڪي آرام ڪر. توکي تنهنجا گهوڙا ضرور واپس ملندا.“

لاکي کي اڳيئي خبرون مليون هيون، تہ ان علائقي ۾ ڪو بہ رات جو سک سان سمهي ننڊ نہ ٿو ڪري، ڏونگر وڏو پاتاريدار هو. سندس ڌاڙيلن چوڌاري رڻ ٻاري ڏنو هو ۽ غريب غربي کي آزاري ڇڏيو هوائون. ڍانڍ، ٻڪري، ڍڳي، اٺ ٿوڙي گهوڙا، جيڪو هٿ لڳن ٿي، سو ڪاهي هلڻا وڃندا هئا ۽ پوء جڏهن سردار ڏونگر

کي پڻنگ پري ڏبو هو، تڏهن سال موتي ملندو هو ۽ ۽ ڪڏهن ته رقم تان به هٿ ڌوئي ويهڻا پوندا هئا. لاکي پهرين 'گل' کي ڏونگر جي ڪوٽ ڏانهن موڪليو، جيئن هو سڀ لهي اچي.

گل ويس بدلائي ويو ۽ پن ڏينهن کانپوءِ موٽي اچي ساري حقيقت کان پنهنجي سردار کي واقف ڪيائين!

لاکي پرديسيءَ کي ڪجهه سمجهايو ۽ هو ڏونگر جي ڪوٽ ڏانهن روانو ٿي ويو.

"سردار، مان پنگ پرڻ لاءِ تيار آهيان!" سوداگر ڏونگر کي چيو!

ڏونگر جي منهن جو رنگ لهي ويو ڇو ته سندس نيت اصل گهوڙن ڦٻائڻ جي هئي. هن سمجهو هو ته سوداگر ايڏي وڏي رقم جو بندوبست هرگز ڪري ڪو نه سگهندو. هن سوداگر جي ڳالهه ٻڌي حيران ٿيندي چيو ته:

"پر، تو ايتري ناڻي جو نيٺ به ڪيئن بندوبست ڪيو؟"

"ناڻو مون کي هڪ سخي سردار ڏنو ڪيو آهي، ڇام ننگر مان موٽي کيس قرض واپس ڪندس." هن جواب ڏنو.

"ڇا تون لاکي ڦلاڻيءَ جي ڳالهه ٿو ڪرين!"

"بلڪل ايئين ئي آهي!"

ڏونگر ڳالهه ٻڌي چڙڪجي پيو. لاکي جي معاملي ۾ تنگ اڙائڻ تي دل ئي دل ۾ خارون کائڻ لڳو. هن خيال ڪيو ته هن پيري جانور ڪٿي موٽائيندو، پر پوءِ

موقعي ملڻ تي لاڪي ڪان ضرور پنهنجو وير ماڙيندو.
هن ٻاهران منهن تي مشڪ آڻيندي چيو ته:

"ٺيڪ آهي - ٺيڪ آهي، تو کي تنهنجا گهوڙا ملي ويندا."

"مان سڀاڻي صبح ساجهر ئي ناڻو کڻي پهچي ويندس،
سردار!"

سردار ڏونگر جواب ڏنو ته: "ها، آئون صبح جو گهوڙا پاڻ وٺي ايندس ۽ گهربل ناڻو وٺي، تنهنجي امانت تنهنجي حوالي ڪبي. پر پوءِ جي صبح جو نه پهتين ته، آئون پنهنجي واعدي جو هرگز ذميوار نه رهندس!"

"مون کي منظور آهي سردار!" سوداگر وراڻيو. هو ٿوري دير رکي چوڻ لڳو: "مان ڳوٺ کان ٻاهر وڻن جي جهنڊ وٽ اوهان جو انتظار ڪندس!"

سردار ڏونگر چيو. "ٺيڪ آهي، اتيئي ملاقات ٿيندي!"

لاکو قلاڻي پنهنجي ساٿين سان مسافري ڪندو، پنهنجي مهل ڏونگر جي ڳوٺ ٻاهران اچي پهتو. سوداگر به مقرر جاءِ تي پهچي، گهوڙي تان لهي بيٺو. ٿوري دير ۾ ئي ڌوڙ جا بادل اٿندا نظر آيا ۽ مٽي جي رڄ ۾ ڪجهه گهوڙيسوار، اچي رهيا هئا، جنهن جي هٿ ۾ رسي جهليل هئي، جنهن سان واڳيل پنج گهوڙا به سرڪندا پئي آيا. انهن جي پٺيان وري ٻه ٻيا هٿياربند گهوڙيسوار هئا. جيڪي سردار ڏونگر جا ٻيلي هئا.

ڏونگر ويجهو ٿيندو، آهستي آهستي وڻن جي جهنڊ ڀريان اچي بيٺو. سوداگر هن کي ڏسي، گهوڙي جي هني

اندران نائي جسي ڳوٺري ڪڍي مٺي هٿ ۾ جهلي ۽ واڪو ڪرڻ لڳو.

"سردار مان انجام موجب نائي سان حاضر آهيان!"

سردار ڏونگر رسي هٿ ۾ جهلي، گهوڙن کي چڪيندو هن تائين پهتو. هن ڳوٺري سوداگر جي هٿ مان ورتي ۽ کولي ڏسي پڪ ڪري بند ڪئي. پوء گهوڙن جي رسي سوداگر جي هٿ ۾ پڪڙائي هلو ويندي ٻهل چوڻ لڳو.

"هائي پنهنجا جانور قابو جهل! وري نه ويائجئين! پر ٻڌ، سردار لاکي کي چئجئين ته اگر هن منهنجي پدر ۾ پير پائڻ جي ڪوشش ڪئي، ته اهو سندس زندگيء جو آخري ڏينهن هوندو!"

سوداگر وراڻيو ته "حاضر سائين، ضرور چوندو سانس!"

اوچتو ئي اوچتو وڻن جي جهنڊ مان ڪارا ڪپڙا ڍڪيل، هڪ سوار پڌرو ٿيو جنهن چاماڪو رسي کي زور سان ڦيرائي اڇليو ته اهو سڌو ئي سڌو ويندڙ سوار جي گردن ۾ وڪوڙجي ويو! ۽ هڪ ئي ڇڪ سان ڏونگر ڌو پٽ تي اچي ڪريو!!

هن لاکي کي ڏسي زور سان رڙ ڪئي. "اڙي پڪڙيو بدمعاش کي!"

جيسين ڏونگر جا مددگار پهچن ئي پهچن تنهن کان اڳ، لاکي تلوار ڪڍي ورتي ۽ فرش تي ڪريل ڏونگر جي ڇاتيء تي نوڪ رکي چوڻ لڳو:

"خبردار جيڪڏهن ڪو هيڏانهن وريو آهي، ته تلوار سيني ڪان پار ڪيندو سانس!" پوءِ ڏونگر جي اکين ۾ اڪيون وجهي چوڻ لڳو.

"ياد رک، اڄ ڪان پوءِ تو غريبن جا وهٽ ڪاهرايا ۽ ڀڳ ورتو ته تو ي نيست نابود ڪري ڇڏيندس."

ڏونگر جي پيلي جهٽ پٽ ۾ بدليل حالت ڏسي حيران ٿي ويا ۽ سڏو ڪرڻ ڏانهن گهوڙا ڊوڙائيندا ڀڄڻ لڳا، جيئن ٻين همراهن کي گڏ ڪري، لاکي تي ڀرپور حملو ڪن!

لاکي پاڻ سان گڏ پنج ساٿي پيا ٻه آندا هئا، جي اڳيئي لڪندا ڇپندا ڪوٽ پهچي ويا. ڪوٽ ٻاهران هڪ وڏي گول ميدان تي واڙو اڏيل هو. واڙو مٽان ڪليل هو ۽ رکيو چوڪاري ڍنگرن جو لوڙهو آيل هوس، اندر وڃڻ لاءِ ٻن پاسن کان ڪاٺ جي پٽين جا در لڳل هئا. اندران اٽڪل ٻه سؤ جانور بيٺا هئا، جن ۾ ڍڳيون مينهون، اٺ، گهوڙا سڀئي هئا. لاکي پنهنجي ساٿين کي حملي کي منهن ڏيڻ لاءِ اڳيئي سمجهائي ڇڏيو هو.

سڀيئي ساٿي واڙي ۾ لڪل هئا. هنن جلدي ۾ لوڙهي کي باهه ڏئي ڇڏي. باهه جي پنهنجي تيڻ سان آلن جي تپش تي جانورن ۾ ڌاڙهو ڌاڙ پئجي وئي ۽ هيڏانهن هوڏانهن ڀڄڻ لڳا. پوءِ لوڙهي جي ڀڳل هنڌن ۽ دروازن مان جانور زوم سان نڪرندا ويا. ايڏن سارن جانورن جي ڌاهڙ ۽ ڊڪ ڊڪان ڪري مٽيءَ جو طوفان اڏامڻ لڳو، ڪوٽ ڪان جهڪو

جنهن حملي لاءِ نڪتو، سو جانورن جي ٽولين ۾ اڏامندڙ
ڏوڙ ۾ بيوس ٿي بيهي رهيو. ڪي همراه باهه جي
اٿندڙ شعلن کان گهٻرائجي بيهي رهيا ته ڪي وري
ڀڄندڙ جانورن جا گهٽ جهلڻ لاءِ جدا جدا واٽن تي
وڃي لڳا. انهيءَ افراتفريءَ ۾ لاکو ۽ سندس سڀ ساٿي
سلامتيءَ سان خطري واري حد کان ٻاهر نڪري ويا.

## باب نائون

# عملدار سان جهيڙو

جوئر جا فصل لهي ويا آهن ۽ ان به صاف ٿي ويو آهي. ڪرن مان ان ڪڍي ڍيرن ۾ رکي رهيا آهن. چوڌاري ٻنيون ٿي رهيون آهن. پر هر هنڌ غريبن مار لڳي پئي آهي. هر ڪنهن هاريءَ جي ڀاڱي ۾ ٻنڌي ٿي وڃڻ ڪانپوءِ، ٻه ٽي ڳوٺيون ان جون مس ٿيون بچن، جن مان ورندي مند تائين هنن جي ٻچن جو پيٽ قوت به مشڪل سان پرندو.

هن سال، چام نگر جي سرڪار وٽان، ڍل اوڳاڙڻ لاءِ عملدار به آيو آهي، جنهن سان هڪ سئو سپاهين جو لشڪر به گڏ آهي. ان اڌڻ لاءِ لاڏو ائين جي وڳ به ساڻ آندي اٿس. سيني سردارن سرڪار جو ڀاڱو اڳيئي ڍيرن ۾ جمع ڪري رکيو آهي. پر ٿيندو ائين آهي، جو هئين يا ٽئين سال عملدار سرڪاري ڀاڱو ته پاڻ سان کڻن، پر ان کان سواءِ غريب ماڻهو پنهنجي گذران لاءِ گندين ۾ جيڪو ان گڏ ڪري رکندا آهن، سو به لٽي ماري ڪڍي ويندا آهن ۽ انهيءَ ڦرلٽ ۾ سردار به ساڻن ڀيٽ تي بيهندا آهن. سپاهي نه رڳو اناج ڍوئي ويندا آهن، پر

ڪنهن جو ڪو سوال نپٽ هوندو آهي ته اهو به ٻهاري وٺندا آهن. مطلب ته غريب ماڻهو پنهنجي گهر جو پورهيو ڪري، پنهنجو رت ست ڏئي جيڪا پونجي ميڙي رکندا آهن، سا به کائڻ بچندي اٿن.

سونا ساري دي ڳوٺ ۾ اڄ روڄ راڙو راڙ لڳي پيئي آهي. سرڪاري عملدار آڳم خان ۽ ڏهه گهوڙن تي سوار ٿي مسڪينن جي ڪچين ۽ ڪکائين جهوپڙين ۾ گهوڙا ڊوڙائيو گهڙيو پون، جن جي پٺيان وري چار سپاهي وهٽ ٻاهر ڌڪيو اگهاڙيون تلوارون هٿن ۾ کڻي اندر ڪاهيو پون!

ڳوٺ ۾ جيڏانهن ڪيڏانهن پيچ پچاڻ لڳي پئي آهي. زالن ۽ ٻارن جون ڪيهون آسمان ڏاري رهيون آهن. گهوڙا گهوڙا جون هنيان ڦاٽ دانهون پئجي رهيون آهن. جيڪي مرد اناج ڏيڻ کان انڪار ڪن ٿا، تن کي چاماٽون رسن مان سٽي ڪٽي ڪٻل اڌ ڦيڙي وڃي ٿي. جيڪي سپاهين کي روڪڻ لاءِ سهنو ساهي آڏو اچن ٿا، تن جي سسي اتي جو اتي ڌڙ کان ڌار ڪئي وڃي ٿي. ساري ڳوٺ مان ولوڙ ڏئي اناج جون ٻرڪيون ڀري اٺن تي لڏيون ڀڃن ٿيون ۽ پوءِ سپاهين جو سمورو ٽولو پنهنجي سردار آڳم خان جي اڳواڻيءَ هيٺ وري ٻئي ڳوٺ کي ڦرڻ لاءِ روانو ٿيو وڃي. جتان لشڪر نڪري وڃي ٿو، اتان رڳو سڏڪن ۽ آهن جا شوشات، پٽن ڀاراتن جون پڪارون ۽ رت ۽ پونءِ جي بدبوءِ پويان رهجي وڃي ٿي!

اهڙيءَ طرح هر ڪنهن سردار جي پڌر مان ننڍڙين وڏين وسندين کي ڦرينداء آگم خان سردار لاڪي ڦلاڻيءَ جي حد کي ويجهو پوي ٿو، جيئن اتان به سرڪاري ڊل اوڳاڙي ۽ ڦرمار جو مال هٿ ڪري سگهي.

آگم خان، لشڪر کي ڪافي پنڌ پنيان ڇڏي اچي ٿو. جتي سپاهي ڊاپو ڪري ويهن ٿا. هو پاڻ ڇهن سپاهين سان لاڪي ڦلاڻيءَ جي ڳوٺ ۾ ٻنين جي پر ۾ ننڍو کوڙي ويهي ٿو. آگم خان سپاهين سان گفتگو ۾ مشغول آهي، جو هڪ تير شرڙاٽ ڪندو، سندس پٺڪي کي ڇهندو سامهون تنبوءَ جي ديوار ۾ لٽڪي پوي ٿو. چارئي سپاهي پنهنجي سرواڻ سميت ڇوهه مان ٻاهر نڪري نهارين ٿا! سندن سامهون سفيد گهوڙيءَ تي ڪارا ڪپڙا ڍڪيل، هڪ سوار تير ڪمان تاڻيو بيٺو هو!! آگم خان ڪڙڪو ڪري پڇيو ته:

”ڇا تون ئي سردار ”لاکو ڦلاڻي“ آهين؟“

”ها! آئون ئي ڪوٽ ـ ڌڻي لاکو ڦلاڻي آهيان!! غريبن جو غمخوار، هيڻن جو واهرو ۽ ديس جي لڄ آهيان!!“

”لاکا، تون اسان تي تير ڪشي پنهنجي دليريءَ جي ڌاڪ ويهارڻ چاهين ٿو ڇا؟“

”ها، هر ظالم تي وڍ وجهڻ منهنجو ڪم آهي!“

آگم خان جو منهن، ڪاوڙ ۾ ڳاڙهي ٿي ويو، هن ميان مان تلوار ڪڍي للڪاريندي چيو ته:

”پوءِ دير ڇاجي آهي، تلوار هٿ ۾ جهل نہ تنهنجي مڙسيءَ جي خبر پوي؟“

لاکو تلوار ورائي، گهوڙي کان هيٺ لٿو. آگم خان پهرين تلوار جي آلر ڪئي تہ لاکي ڦڙتيءَ سان ٽڪ گسائي ويو ۽ پنهنجي تلوار زور سان مخالف جي تلوار مٿان ڪئي هنيائين، جنهن ڪري آگم خان جو بازو سٽ سهي نہ سگهيو ۽ تلوار اڇلجي وڃي زمين تي ڪري. لاکي پنهنجي تلوار جي تکي نوڪ سان آگم جي منهن تي هڪ سنهي رهڙ پاتي، جنهن ڪري هن جي ڳل ۾ چير جو ڳاڙهو نشان ڇٽو تي پيو، جنهن ۾ رت جا ڦڙا مڙي آيا!! لاکو تلوار، آگم خان جي ڇاتيءَ تي رکي چوڻ لڳو تہ ”آڏون هارايل کي ڪڏهن بہ ڪونہ ماريندو آهيان، پر پڌي ڇڏ، جيڪڏهن تو اناج جي پيل بند نہ ڪئي، غريب مارونڙن تان ظلم ختم نہ ڪيو تہ پوءِ آڏون ڦهر بنجي تسوتني ڪڙڪندس ۽ تنهنجي شوري لاشڪر کي، نيست نابود ڪري ڇڏيندس!“

آگم خان ڳل تي تري رکندي چيو:

”لاکا، تو سلطان جي حڪمن جي انحرافي ڪئي آهي. تنهن جي خلاف پين سردارن بہ دانهيون آهي. راڄ ڌانيءَ ۾ پهچي، تنهنجي غداريءَ بابت سرڪار کي آگاهہ ڪندس، جلدي تنهنجي سرڪوبيءَ جو حڪم نڪرندو“

”سلطان ڄام نيڪ ۽ رحمدل حاڪم آهي. سرڪار تان توکي رکڻ ديل اڳاڙڻ لاءِ موڪليو ويو آهي پر

تو ساري ڌرتيءَ کي ڀاڙي کنيون آهي. تو غريب ماڻهن کي لٽيو ڦريو آهي انهن جا وهٽ، وڳر تنهنجي سپاهين کڻي ڪاڏي ڇڏيا آهن. مان سلطان ڄام جي خدمت ۾ حاضر ٿي، تنهنجا ڪرتوت ڪوليندس“

آگم خان وڦلڻ لڳو. ”لاکا زبان درازي نه ڪر. تون پاڻ ڌاڙيل آهين، ڇا تون پرائي مال تي لوڙهيون نه هنيون آهن؟“

”ها! برابر لوڙهيون هڻندو آهيان، پر ظالمن ۽ پرمارن جي مال تي هڻندو آهيان! جهڙي بي ڏوهي ماڻهن جو مال ڪسي پنهنجا وٿاڻ ڀريندا ۽ وڳر وڌائيندا آهن!“

آگم خان خفي ٿيندي چيو:

”چڱو چڱو، توکي تنهنجي ڪئي جي اوس سزا ملندي“

لاکو لانگ ورائي، گهوڙي تي چڙهي رمندو رهيو. هن جا ساٿي سڄ پنڌ تي، هڪ ڪاهيءَ ۾ ويٺا هئا، جن مان ڪن کي لوڙهه، ڪن کي گهوپاٽا، ڪن کي لٺيون ڪن کي تير ڪمان، ڪن کي وري تلوارون ۽ ڪهاڙيون هٿن ۾ هيون. هن پنهنجي ساٿين وٽ پهچي وڏي واڪي چيو:

”ساٿيو ۽ همراهو، آگم خان جو قافلو جيڪو مال ڪٺي هتان لانگهائو ٿئي، تيئن سڀ متانس ٽٽي پئجو“ پوءِ لاکي ڦلاڻي سيني ساٿين کي پنهنجي پنهنجي پوزيشن تي بيهاري ڇڏيو.

ڪا مهل گذري تہ آگم خان پنهنجي لشڪر سان ڪاهيءَ پرسان لنگهيو. گهوڙا آهستي آهستي اڳيان ويندا رهيا، پويان اُن جو قافلو هو، جن تي اناج جون برڪيون لڏيل هيون. لاکو قلاٽي هڪ پاسي کان گهوڙو جهلي بيهي رهيو ۽ ڏاڍيءَ اتڪل سان رسو ڦيرائي ڪٽي زور سان اڇليو، جهڪو اُن جي ڳچيءَ ۾ ويڙهجي ويو. پوءِ رسي کي سٽ ڏني. پاڻ ڏانهن ڇڪيندو، لاکو گهوڙي کي آهستي آهستي هيٺ لاهي، ڪاهي آڻي ڪري ويو. اُن تي جيڪو جٽ سوار هو، تنهنجي هٿ مان مهار ڇڏائجي وئي ۽ هو اونڌي منهن ڪري پيو. جيئن تہ هر ڪنهن اُن جي نڪيل اڳين اُن سان ٻڌل هئي، ان ڪري پهرين اُن پويان سڀ اُٺن جي قطار هيٺ ڪاهيءَ ۾ لهندي پار آڻي وئي:

سپاهين جو جٿو، جيڪو ڪافي پنڌ اڳيان هو، تن جڏهن قافلي جي سارَ ڪئي ۽ ڏٺائون تہ اُٺ لهي ڪاهي اکرندا پيا وڃن تڏهن ڊوڙي پوئتي ورڻ جي ڪيائون. پر اڃا فرلانگ پنڌ جو مس ڪيو هئائون تہ هڪڙي پاسي کان مٿن تير وسڻ لڳا. ٻن سپاهين جي بدن ۾ تير چيد وجهي گهڙي ويا ۽ هو گهوڙي تان ڪري پيا. ڪجهہ تير وري گهوڙن جي ٻت ۾ گهنجي ويا ۽ هو زور زور سان ڪنڌ هڻڻ ۽ هڻڪڻ لڳا. اڃا ٿورو پنڌ اڳيان وڌيا تہ گهوڙن جو مينهن وسڻ لڳو ۽ سامهون ڏيهارو ماڻهو لوڙهن ۽ ڪهاڙين سان اڳ جهليو بيٺا هئا.

آگم خان جي لشڪر ۾ ٽانڪورڙو پئجي ويو ۽ سپاهي
اُٿي وڃڻ بدران هيڏانهن هوڏانهن ڀڄڻ لڳا. هو وچ ۾
ٻيهي پنهنجي سپاهين کي سڏڻ لڳو.

”سڀئي پوئتي ورو. اسان جي سلامتي ان ۾ آهي
ته مال جي پچر ڦٽي ڪري راڄ ڏاڍي ۾ پهچي وڃون
۽ سڄي روداد سرڪار کي ٻڌايون“

اهڙي طرح آگم خان انن جي وڪ ڦرائي ۽ لٽ جو
مال هٿ ڪرڻ بنان ئي نامراد ٿي واپس پنهنجي ٺڪاڻي
ڏانهن موٽيو.

## باب ڏهون

# چام ننگر ڏانهن سفر

لاکي غريبن جي مدد ڪندي، ڪيترن ئي سردارن کي ڏوتا چپايا هئا، جن گڏجي، علائقي جي حاڪم سلطان چام وٽ دانهيون هو. پر سرڪار جي وڏي عملدار آگم خان سان مقابلو ڪرڻ ڪانپوه، لاکي کي هر وقت کٽڪو رهڻ لڳو ته ڪڏي مهل به شاهي لشڪر ڪوٽ تي ضرور چڙهائي ڪندو. ڪوٽ جي اندران لاکو ان خطري تي سوچي ويچاري رهيو هو ۽ سندس خاص همراه به ساڻس گڏ صلاح مشوري ۾ شامل هئا. هن چيو "چام سرڪار جا عملدار مون کي ضرور سلطان وٽ باغي ظاهر ڪندا ۽ هو منهنجي گرفتاريء ۽ جي حڪم ڪڍڻ ۾ ويرم ڪي نه ڪندو! ساٿي توهان جي ڪهڙي صلاح آهي؟"

گل وراڻيو: "پر سردار، جيسين ائين ٿئي، تنهن کان اڳ ڇو نه تون وڃي سلطان وٽ پيش ٿي، ساري حقيقت ٻڌائين؟"

لاکو چوڻ لڳو "ها، مان به سمجهان ٿو ته چام هڪ رحمدل حاڪم آهي ڪيس آگم خان جي ظلمن ۽

سردارن جي ڏاڍاين کان هڪوار واقف ڪرڻ ضروري آهي.......پر."

ان تي ممون چيو ته: "پر انهين ڪيئن تو ٿي سگهي. ڄام ننگر ۽ سردارن جا چاري ۽ عملدارن جا چاڙتا ويٺا آهن. سي سردار کي سلطان سان هرگز ملڻ نه ڏيندا."

لاکي چيو "مان به اهوئي سوچان پيو"

ممون ورائيو: سردار کي اڪيلي وچڻ بدران، اسان ٻنهي کي سردار سان گڏ هلڻ گهرجي، پوء گڏجي ڪا راه تلاش ڪري وٺنداسون!"

گل به پيرائي ڪئي: "ته پوء دير ڇا جي آهي. اسين ٻئي ڇڻا جان نثار آهيون. ڪٿي ممون جي مڙسي ڪم ايندي ته ڪٿي وري منهنجي حرفت! رڳو سردار جي حڪم جي دير آهي!!"

لاکي هڪدم اٿين چيو ته: "اسان کي هينئر ڏسي سفر جي تياري ڪرڻ گهرجي" اٿين چوندي هو لئي آئي کڙا ٿيا!

لاکو اندر ديري ڏانهن وچڻ لڳو ۽ وري ٿورو ترسي چوڻ لڳو:

"ڏسجو منهنجي هن مسافري جي ڪنهن کي به خبر نه پوي!"

ڄام ننگر جو پند پري سفر اڏانگو هو. ممون سفر جي سامان جي تياري ڪرڻ لڳو. هن گهوڙن جا نعل

ڏنا، رکيون صاف ڪيائين ۽ زينون ٺيڪ ٺاڪ ڪيائين
جيئن سواريءَ ۾ ڪا تڪليف نہ ٿئي. هڪڙي خچر تي
پاڻيءَ جي مشڪ ۽ ٻاڌي جو ڪجهہ سامان رکيائين.
گل بہ هڪڙي وڏي هڙ ۾ ٻڌون شيون آڻي رکيون.

صبح جو اڃا ڀڙيون پيل هو ۽ سفر لاءِ موسم بہ
ڏاڍي خوشگوار هئي. ڏسندي ڏسندي هو ٽئي گهوڙن
تي سوار ٿي چام نگر ڏانهن روانا ٿي ويا. ٽنهي ڄڻن
پنهنجو ويس بدلائي ڇڏيو هو. هو بلڪل ڳنوار ڳوٺاڻا
ڏيکائي ڏئي رهيا هئا. هو لڳاتار گهوڙا ڊوڙائيندا رهيا.
ٻنين ۽ جهنگن جي پيچرن مان نڪري ٻيلي جي وٽ
ٽائين وچي رسيا. اتي جي گهاٽ ۽ گهيڙن کان تہ لاکو
اڳيءَ چڱيءَ طرح واقف هو، انڪري اتان نڪرڻ ۾ هن
کي ڪابہ ڏکيائي ڪانہ ٿي. هو هڪ محفوظ ۽ اڪيل
پيچري کان ٿيندا، جبل ٽائين وچي رسيا، جتان سوڙهي
لڪ مان لنگهي ميداني علائقي وٽ اچي رسيا. ٿورو ڊي
پنڌ پريان گهاٽو جهنگل شروع ٿيو ٿي، جيڪو گهٽ ڊي
ميلن ۾ هو، جنهن کي ساڳي سج ۾ پار ڪرڻ مشڪل
هو. پر اوچتي حملي يا پڪڙ پڇڙ کان وري بہ جهنگل
کي هڪ محفوظ جاءِ سمجهي گهوڙن کي ٽڪڙو ٽڪڙو
اوڏانهن هڪليو ويو.

هاڻي سج بہ لهڻ جي تيارين ۾ هو. ٽيئي ڄڻا ڀڳهر
۾ تار ٿار ٿي ويا هئا. سارو وقت گهوڙن ڊوڙائڻ ڪري
ٿڪاوٽ محسوس ڪرڻ لڳا. هنن سج ي ڏيهن جي

مسافريءَ ۾ رکيو هڪ ٻه منزلون ٿوري دير ساهي پٽڻ
لاءِ ڪيون هيون. وڻن جي جهنڊ ۽ گهاٽن ٻوٽن جي
وچ ۾ هڪ سنئين زمين ڏسي، ان تي پاٿاري وجهي ويهي
رهيا. گهوڙن کي گاهه کائڻ لاءِ ڇڏي ڏنائون ۽ پاڻ به
ماني ڳيو کائڻ لڳا. ٿوري دير ۾ چوڌاري اونداهه ٿيڻ
لڳي. ان ڪري گهوڙن کي وري ٻه وڻن سان ٻڌي
ڇڏيائون. جهنگ جي مرن ۽ نانگن بلائن کان بچڻ لاءِ
وچ ۾ باهه جو وڏو مچ ٻاري پوءِ هرڪو جاڳيتو ٿي
سمهي رهيو.

صبح جي مهل پکين جي چرچر تي اک کلي وين
۽ وري به گهوڙن جي پٺيءَ تي سوار ٿي ويا. جهنگل
جو رستو تمام اڙانگهو هو گهوڙا به آهستي آهستي قدم
کڻي رهيا هئا. هڪ پهر گذرڻ کانپوءِ ڇام ننگر ڏانهن
ويندڙ ڪشادي واٽ تي نڪري آيا. هاڻي پري پري
تائين ڪوبه خطرو ڪونه هو. هيا ڪيترا گهوڙيسوار واٽ
تان گذرندي نظر اچي رهيا هئا. ڪي مسافر وري اٺن
جي قافلن تي سوار هئا. هاڻي ڇام ننگر جي چوٽي
به سامهون نظر اچي رهي هئي. اڃا اڌ ڪوهه کن پري
هئا، جو ٻه گهوڙيسوار سندن سامهون اچڻ لڳا. ٻنهي کي
ڳاڙهي پڳڙي ٻڌل هئي ۽ هٿيارن سان ليس هئا. گهوڙن
تي به پيالا پيل هئا هو حڪومت جا سپاهي هئا. سپاهين
هنن کي بيهڻ جو اشارو ڏنو ۽ گهوڙن کان هيٺ لهڻ
جو حڪم ڏنو. لاکو ۽ سندس ساٿي گهوڙن کان لهي

هيٺ ٻيهي رهيا. سپاهي سمجهي ويا هئا ته، هي ڌاريا ساڌو شهر ۾ گهڙي رهيا آهن. هنن مان هڪڙي چٽي هڪل ڪري پڇو ته:

”توهان ڪير آهيو ۽ ڪٿان پيا اچو؟“

گل اڳيان وڌي هٿ ٻڌي چيو ”حضور اسين ٿيئي غريب ٻجاجي آهيون. ٻاري نگر کان پنڌ پيا آهيون. ڪجهه سادو ڪپڙو شهر ۾ وڪري لاءِ آندو اٿئون!“

سپاهي پڇيو: ”ٻجاجي آهيو يا تاجر آهيو؟ سادي ڪپڙي تي ڍل ڪانه لڳندي پر ريشمي ڪپڙي تي ڍل ڏيڻ کانسواءِ شهر ۾ داخل ٿي ڪونه سگهندا.“

لاکي چيو: ”سائين اسان غريبن وٽ ريشم ۽ پٽ جا ڪپڙا ڪٿان آيا، اسان وٽ ته سادا اوڏا آهن، جيڪي رکيو غريبن ۾ وڪرو ڪري پيٽ گذر ڪندا آهيون.“

وڏي سپاهيءَ چيو: جيڪڏهن اهو ڪوڙ نڪتو ته مان توهان ٽنهي کي جيل اماڻيندس“ ۽ اهو چوندي ٻئي سپاهيءَ کي حڪم ڏنائين ته: ”هنن جي ڳنڍڙين کي ڦولهي ڏس ته ڪيتريقدر سچا آهن؟“

هن هڙ کي کولي ڏسي کانپوءِ چيو ته: ”سائين هي بلڪل سچ ٿا چون!“ وڏي سپاهيءَ ڪڙڪيدار آواز ڪيو ”چڱو توهان شهر ۾ داخل ٿي سگهو ٿا!“

اٿين چوندي ٻئي سپاهي گهوڙن تي سوار ٿي پٺتي روانا ٿي ويا. لاکو ۽ سندس ساٿي به جلدي جلدي ۾ گهوڙن تي چڙهي شهر ۾ داخل ٿي ويا.

——

## باب ٻارهون

# لاکو ڄام نڱر شهر ۾

هي سڀ دوست شهر جي وچ مان لنگهيا، جتي چوڌاري ڇهل پهل متل هئي ۽ ٻهراڙيءَ کان ڄڻ ٻيءَ طرح جي رونق هئي. بازار مان دڪانن تان ڪيترا سوار ۽ پيادا خريداريون ڪري رهيا هئا. خريدارن جي وڪڻندڙن سان جتي ڪٿي ريڙهه پيڙهه لڳي پئي هئي. هڪڙي چونڪ تي وري هڪ ٽپتاڻي پنهنجي ڪيڏن سان ماڻهن جو ميڙ ڪٺي گڏ ڪيو هو. ڪنهن مهل اوچتوئي اوچتو پوش پوش جو آواز آيو ۽ ماڻهو رستي تان هٽي پاسائتا ٿي بيهي رهيا. اهو شهر جو ڪوتوال هو، جيڪو سرخي گهوڙي تي سوار هو ۽ سندس پويان اٺن سپاهين جو اٽالو وڃي رهيو هو.

هو ڏسندا وائسندا شهر جي گهٽا گهٽيءَ مان لطف افروز ٿيندا رهيا، پر هاڻي هنن کي رات رهڻ لاءِ ڪنهن ٽڪاڻي جي ضرورت هئي. هنن ڪنهن واٽهڙوءَ کان 'سراءِ' جو ڏس پڇيو ۽ پوءِ گهوڙا هڪليندا ۽ آهستي آهستي ان پاسي روانا ٿي ويا. شهر جي اتر واري پاسي

ڪان هڪ وڏي سراءِ هئي، جتي گهڻن پاسن جا مسافر اچي آرامي ٿيندا هئا. آتي مسافرن جي سک جو گهڻو خيال رکيل هوندو هو، انڪري ان تي نالو ئي ”سک سراءِ“ پيل هو. سراءِ جي هڪ پاسي وڏو طبيلو ٺهيل هو، جتي مسافرن جي اٺن ۽ گهوڙن کي ٻڌو ويندو هو، جنهن جي سنڀال لاءِ سيس مقرر ٿيل هو. ديوار جي اندران سراءِ ۾ وڏو دالان هو، ان ڪانئڻ صفحا ۽ انهن جي اندر وري ڪوٺيون ٺهيل هيون. سڀ مسافر پنهنجي پنهنجي ڪوٺين ۾ رهندا هئا. لاڪو ۽ سندس ساٿي به سراءِ جي مالڪ کي ڪجهه ڏوڪڙ ڏئي آجا ٿيا ۽ پنهنجا وهٽ طبيلي ۾ ٻڌي ڪوٺيءَ ۾ اچي ويٺا. ماني ٽڪي به سراءِ مان گهرائي ڪاڌائون ۽ پوءِ وڇائڻ تي سمهي پيا.

ٻئي ڏينهن صبح جو لاڪو سوير اٿيو ۽ بلڪل چاق چوبند هو. سفر جو سارو ٿڪ دور ٿي ويو هوس. هو ڦرتيءَ سان صفحي مان لنگهي دالان ۾ پهتو ته سراءِ جو مالڪ تلهي تي نيرن ڪري رهيو هو. لاڪي هن کي ڏسي چيو ته:

’ ياڏو سلام ! ‘

’ اڄ ياڏو اڄ ‘ مالڪ مشڪندي چيو: ”توکي هڪ خوشخبري ٻڌايان ! “

لاڪي پڇيو: ”اها ڪهڙي آهي ؟ “

مالڪ جواب ڏنو: ”هاڻي هاڻي پڙهو گهميو آهي، سڀاڻي شهر ۾ پهلوانيءَ جا مقابلا ٿيندا !“

ڏوهان بہ قسمت سانگي شهر ۾ ايـا آهيو، ضرور ڏسندا وچجو ڏاڍا مزا ٿيندا آهن ان ۾.“

لاکي خوشيءَ ۾ پرجندي چيو ”ڇا جا مقابلا ٿيندا؟“

مالڪ وراڻيو: ”هن سال تير اندازي، تلوار بازي ۽ ملهہ جو مقابلو ٿيڻو آهي، هر مقابلي جي کٽيندڙ کي ڄام پنهنجي هٿن سان سروپاءِ ويڪائيندو ۽ انعام ڏيندو آهي!“

لاکي وري پڇيو، ”پلا مقابلي ۾ ڪير حصو وٺبو؟ مالڪ ورندي ڏني ”ڇو؟“

لاکي جواب ڏنو تہ: ”مان انهي مقابلن ۾ حصو وٺندس!“

سراءِ جو مالڪ تمام ٻٽ ۾ ڳرو ۽ ڦيڦو هو، سندس پيٽ جي مٿڪي بہ ٻاهر نڪتل هئي. ڪنڌ تي ايترو نہ ماس وربل هو جو ڪلهن سان ڳنڍجي ويو هوس ۽ ڳچي نظر ڏي نٿي آئي هن ڳالهہ پڌي عجب ۾ اکيون مٿڪائي لاکي ڏانهن نهاريو ۽ پوءِ اچي کل ۾ ڇٽڪيو!

”هي هي هي هي! اڙي ڇا چيئي تون مقابلي ۾ پاڳ وٺندين؟ هي هي هي هي!!“

لاکي' جا ساٿي بہ لهي آيا هنن پڇيو: ”ڇا آهي؟“

”توهان جو هي دوست چوي ٿو تہ سپاڻي هو سپني شاهي مقابلن ۾ حصو وٺندو“ ...... مالڪ ايترو چوندي وري ٽهڪ ڏئي کلڻ لڳو ”ها.... ها.... ها ها ها ها!“

ممونء کاوڙ مان واکو کيو: ''اڙي او ٺلها، بس ڪر! ان ۾ ڪل جي ڪهڙي ڳالهه آهي؟ هي اسان جو پهلوان آهي، سڀاڻي ضرور مقابلو ڪندو.''

مالڪ سڄو ڏيپ ۾ سراپجي ويو ۽ هٻڪندي چوڻ لڳو ''ها ها بلاشڪ ڀلي مقابلو ڪري!''

جڏهن هو ٽيئي ڄڻا سراء مان نڪتا تہ پٺيان ٻئي هٿ ڦيرائي چوڻ لڳو....

''عجب آهي...... ڳالهہ نہ ڪنهن ڳنوار جو مٿو ڦري!''

# باب ٻارهون

## مقابلا

هڪ وڏي ميدان جي وچ ۾ تي تنبو لڳل آهن. وچ وارو شاهي تنبو آهي، جنهن ۾ هڪ صندل رکيل آهي، جنهن جي مٿان پوش ۽ طول وهاڻا وڇايل آهن. 'چام' ان تي وڏي شان مان سان ويٺو آهي. سندس ڪاٻي ساڄي کان وزير ۽ وڏا عملدار ويٺا آهن. ٻين وارن تنبن ۾ امير، وڏيرا ۽ راڄ جا مانائتا سردار ويٺا آهن. ميدان تي پکالي ۽ بهشتي هر هر چڪر ڪري رهيا آهن، جيئن دوڙ ۽ مٽي نه اڏامي. ميدان سامهون هزارين تماشبين ويٺا آهن. سپاهي ڀالا ۽ لوڙهه هٿن ۾ کنيون هر هر ماڻهن جي پاسي کان چڪر ڏئي رهيا آهن، جيئن ڪو به نڪتل ليڪي کان اڳتي وڌي نه اچي ۽ مقابلي ۾ بلڪل شانتي ۽ صلح قائم رهي. ميدان جي هڪڙي طرف رڳو پهلوان ۽ جوڌا ويٺا آهن جيڪي مقابلي ۾ پاڳي وٺڻ لاءِ آتا ڏسجن ٿا. سندن سامهون واري طرف رڳو فوجي سپاهين جا جٿا ۽ ننڍا عملدار ويٺل آهن.

هڪڙي عملدار جي اشاري سان، هڪ دهلاري وچ ميدان تي نڪري آيو ۽ زور زور سان ڏونڪو هڻي

اعلان ڪري ٿو: ”هاڻي شاهي مقابلو شروع ڪجي ٿو. پهرين تير اندازيءَ جو مقابلو آهي، جيڪي به نشاني باز نوجوان پاڻ وٺڻ چاهين، سي ميدان تي نڪري اچن“
نشاني چٽڻ لاءِ ڏنڊو کوڙيو ويو، جنهن مٿان ڪاٺ جو تختو رکيل هو، جنهن ۾ ننڍڙو گول نشان ڪيل هو هڪدم ٽي نوجوان ميدان تي نڪري نروار ٿيا، ليڪن تماشبينن مان هڪڙو ڏاڙهيو ۽ اڌ سڄاڻ شخص به نڪري آيو ۽ واڪو ڪندي چوڻ لڳو:
”حضور مان به مقابلو ڪندس“
سڀ ڏاڙهي شخص کي حيرانيءَ مان ڏسڻ لڳا، ماڻهن ۾ کلن جو ڪوڪريو پئجي ويو ۽ سردار ۽ وزير هٿ ڪٽي ٽهڪليءَ مان ٽهڪ ڏيڻ لڳا. سپاهي ڏاڙهي شخص کي واپس موٽائڻ لڳا.

اهو ڏاڙهيو شخص ٻيو ڪونه هو، پر ٽن ڪهاڻيءَ جو سورمو ”لاڪو قلاڻي“ هو، هو گوهي ڏئي ٻوڙ پاڻي ’چام‘ جي اڳيان هٿ ٻڌي ٻيهي رهيو ۽ چوڻ لڳو ”سائين مان مقابلي ۾ حصو وٺڻ چاهيان ٿو“
چام هڪ نظر سان ان کي جاچي ڏٺو. شخص جيتوڻيڪ ڏسڻ ۾ ڳنوار هو، پر هڏ ڪاٺ جو مضبوط ۽ قداور هو. هو ڏيل ڏول ۾ واقعي پهلوان لڳو ٿئي- هن چيو ته:
”نوجوان تون ڏسڻ ۾ برابر جوان مرد ۽ زور آور ڏسجين ٿو پر ڪمان اهڙي شيءِ آهي، جنهن ۾ اهو

شخص ڪامياب ٿئي ٿو، جنهن جي نگاهه تيز هجي ۽ اهو ٺيڪ ٺوڪ نشانو هڻي سگهي!"

لاڪي نيازمنديءَ سان عرض ڪيو ته "حضور آئون به نشاني باز آهيان، مونکي به قسمت آزمائي جو موقعو ڏيو."

چام حڪم ڏنو ته "ڀلي هي شخص به مقابلي ۾ ڀاڱ وٺي!"

هاڻي چار ئي نشاني باز قطار ۾ بيهي رهيا. سڀني کان آخر ۾ لاڪي جو وارو هو. واري واري سان سڀني تير هنيون ۽ بلڪل نشاني تي پورو وڃي لڳو. لاڪي تي سڀني ماڻهن ۽ سردارن کي حيرت ٿيڻ لڳي. پر اڃا به فيصلو نبري نه سگهيو، ڇو ته مقابلو برابر جو رهيو. بازي کٽڻ لاءِ اڃا به ٻئي ڪنهن طريقي آزمائڻ جي ضرورت هئي. چام حڪم ڏنو ته:

"بازي کٽڻ لاءِ ڪو نئون طريقو اختيار ڪيو وڃي."

ٿن سردارن پاڻ ۾ مشورو ڪري هڪ نئون طريقو ڪڍيو: هاڻي وڻ جي هڪ سنهي ٽاري زمين ۾ کوڙي وئي ۽ چاليهه قدم پري کان اهڙيءَ طرح نشانو چٽڻو هو، جيئن تير ٽاريءَ مان آرپار نڪري وڃي!"

هڪ نشاني باز نوجوان کان رڙ نڪري وئي!

"ناممڪن، بلڪل ناممڪن! ڀلا ايڏي سنهي شاخ کي ايترو پريان ڪيئن تو تير هڻي سگهجي؟" ٻيا تماشبين به انکي هڪ مذاق سمجهي کلڻ لڳا. پر لاڪو نهايت

شان سان مقرر هنڌ تي پهچي ويو ۽ چوڻ لڳو ته:
"ڇڱو اهو به ڏسي وٺو" هن ڪمان ڇڪيو ۽ شاخ
جو نشانو وٺي تير ڇوڙيو. سڀ تماشائي دم بيخود ٿيو،
لقاءُ ڏسي رهيا هئا. لاڪي جي چست وٺڻ سان ٿي سڀني
جون اکيون وڃي تير ۾ کتيون ۽ جيئن ڪمان مان
نڪتو، ته سڀني جون اکيون شاخ ڏانهن کڃي ويون.
لاڪي جو تير ٽاريءَ کي چيريندو نڪري ويو!

ميڙ ۾ هر ماڻهوءَ جي وات مان پاڻهين پاڻ واه واه
نڪري وئي! لاڪي جو ڪنڌ فخر کان بلند ٿي ويو.
سندس جيڪي ساٿي ويٺا هئا انهن جون به واڇون ٽڙي
پيون. سڀني سردارن ۽ عملدارن جون اکيون حيرت کان
ڦاٽي ويون ۽ جام ان ڪارنامي تي پڙي پڙي تاڙيون
وڄائيندو رهيو.

هاڻي وري تلوار بازيءَ جي چال شروع ڪرڻ جو
اعلان ڪيو ويو. ان ۾ ٿي پهلوان مقابلي لاءِ لهي آيا
ليڪن لاڪو بس انهيءَ ساعت ۾ ٻي بازي ڪرڻ لاءِ
ميدان تي اچي بيٺو. هيئنر لاڪي تي نه ڪير ڪليو ۽ نه
ٿي وري ڪنهن ڪيس مقابلي ۾ پاڳ وٺڻ کان روڪيو.
البت تلوار باز جوان لاڪي کي ساڳيءَ ريت مستقل
مزاجيءَ سان ميدان تي لتيل ڏسي غضبناڪ نظرن سان
ڏسڻ لڳا. هنن مان هر هڪ نوجوان تلواربازيءَ ۾ پڙ هو
پر لاڪي به پنهنجي فن ۽ بهادريءَ جو ڏاڪو وبهارڻ
جو پڪو فيصلو ڪري ڇڏيو هو.

پوءِ ٻيو ڇوڪرو نوجوان تلوار کڻي لاکي سان مقابلي لاءِ لهي آيو. لاکو به تلوار جو ڌڻي هو. پلا ان مقابلي ۾ سائنس ڪهڙي ريت بيهي سگهيو؟ هن پاسا مٽائي مٽائي اهڙا تہ زوردار وار ڪيا، جو سندس حريف جا ڇڪ ڇڏائي ڇڏيائين. پيا. ان ڀانيو ته پيو نوجوان تلوار ڦيرائيندو ميدان تي آيو، مگر هن به جلدي ۾ ڏسي هار مڃي. ٽئين نوجوان جي ڪوشش بہ لاکي اڳيان بيڪار ثابت ٿي ۽ نيٺ هن تلوار هلائڻ جو مقابلو کٽي ورتو.

”شاباس، شاباس پهلوان!“ ڇام سرڪار خوشيءَ مان رڙ ڪندي هن کي داد ڏنو. هاڻي آخري مقابلو ملهہ جو هو. ملاکڙي جو دهل وڄڻ تہ ماڻهو بہ ليڪو ٽوڙي ايڪڙ ڏيڍ زمين جي چوڌاري گهيرو ڪري ويهي رهيا. پهرين ملهن جا ننڍا جوڙ وڙهندا رهيا ۽ ماڻهو ڪٿيندڙن کي ڏوڪڙ لوڻنگيون ۾ هار پارائيندا رهيا. هاڻي پهرين جوڙ جي ملهن جو وارو آيو. وڏين ملهن ۽ پٽڪن وارا ٽي هاڻيرا جوان پڙ تي لٿا. پر هڪ ڳالهہ تي سڀني عجب ۾ پنجي ويا. اهوئي نوجوان، جيڪو اڳي ٻن راندين ۾ بازي کٽي چڪو هو، سو هن پيري بہ ڏاڍي ناز ۽ انداز سان هنن ملهن سان گڏ اچي بيٺو. هاڻي اعلان ڪيو ويو تہ: ”جيڪو ملهہ سڀني ۾ زور ٺيندو، تنهن کي آخري ملهہ مٺاري خان سان وڙهڻي پوندي، جيڪا فيصلہ ڪن راند هوندي.“ ملهہ بہ لاکي لاءِ ڪا نئين راند ڪانہ هئي، هو پنهنجي علائقي ۾

ڪئين ڀيرا وڙهي چڪو هو. اڃوڪا ملهه جيتوڻيڪ
سندس لاءِ بلڪل نوان هئا، پر هن دل ۾ پڪو ارادو
ڪيو ته ماڻهن کي پنهنجو هنر ڏيکاري رهندس. انهن
هڪٻئي پٺيان لاکي ٽنهي ملهن کي ٻئي ملهون دسي
وڌيون. تماشبينن 'لاکي' جي ڪلهن تي تاڙين جو ڦهڪو
لائي ڏنو ۽ هر طرف کان مرحبا مرحبا جا آواز بلند ٿيڻ
لڳا. هاڻي 'لاکي' جو مقابلو 'متاري خان' سان ٿيڻو هو.
چام سرڪار جو هي خاص پاليل ملهه هو، جنهن تي
سموري دربار کي ناز هوندو هو. اڄ تائين هر ملاکڙي
۾ سندس جيت ٿيندي رهندي هئي. متارو ڪوبو ڪنڌار
هو. هو قد جو سو لانبرو هو، پر بت ۾ مڙس تمام
متل هو. سندس ٽنگون ٻه پول پاون جهڙيون هيون. ور
ڪٿي سندرو ٻڌي، جڏهن ميدان تي علق لڳو ته انهن
ٿي سمجهڻ ۾ آيو ته جڻ ڌرتي پئي ڏڪي! سڀني انهن
پئي پانيون ته اڳين جوان پل ته پيا مقابلا جيتيا، پر
متاري خان کان جيتڻ ڪنهن جي وس جي ڳالهه نه هئي
ٿيندو ائين هو جو، متاري جو هٿ مخالف جي سندري
۾ پيو ناهي ۽ اهو زمين تي سٽيو ناهي. لاکي اندازو
لڳايو ته متارو پڪ ڏي پڪ پل تي گهٽو پاڙي ٿو ۽
هو سندس انگن اڳيان ٻوهي نه سگهندو ۽ ٿيو به ايئين!
اڃا ٻنهي پهلوانن سندرن ۾ هٿ وڌائي مس ته لاکي
اندرين ٻاهرين جي وارو وار لائي ڏنس. متاري اڃا ڪيڏ
کي آزمائڻ ۽ سهائڻ جي ڪوشش مس ڪئي ته پيرن

ميدان ڏرتي نڪري ويس ۽ ڏو وڃي چوڌاري ۾ پر ڪريو، مڙس جون اهڙيون ته وايون وائڙيون ٿي ويون، جو زمين ۾ چڪ وجهي پئجي رهيو. ڪجهه دير ڪانپوءِ همراهن ٻانهن کان جهلي اچي اٿاريس. متي ڦرڻ ڪري آهستي آهستي اٿي ميدان کان ٻاهر نڪري ويو ۽ ٻيءَ ملهه جو ٻه سٽ ساري نه سگهيو.

ٻنهي ملهن جي ڀڪين پوڻ سان چوڌاري خاموشي ڇانئجي وئي هئي. ٻيني جون نگاهون ملهن جي وچڙندڙ ٽنگن ۾ اٽڪي پيون.. جو جتي سو تتي، ڄڻ ته دم روڪجي پيو هو. ماڻهن کي هوش تڏهن موٽي آيو، جڏهن متارو هيٺ ڪري پيو، سيني کي ڏندين آڱريون اچي ويون ۽ هڪ آيا ٿي بيهي رهيا. جتان ڪٿان واه واه جا آواز اچڻ لڳا. چام سرڪار به اٿي بيهي تاڙيون وڄائڻ لڳو. لاکو سينو تاڻي چوڌاري ميدان جو چڪر ڪاٽڻ لڳو. مٿس انعامن ۽ گهڻن جي ورکا ٿيڻ لڳي. دهلاري هڪوار وري ٻه ڏونڪو وڄائي راندين جي خاتمي جو اعلان ڪيو ۽ هڪڙي عملدار لاکي جي ٻانهن آپي ڪري چيو ته "ملاکڙي جو سانجهي ۾ مقابلي جو سورمو هي نوجوان آهي!"

لاکو هاڻي انعام لاءِ سرڪار چام ڏانهن وڌي ويو، جيڪو سندس عزت افزائي لاءِ اکيئي هار کڻي بيٺو هو. هن لاکي کي ڀڪيءَ ۾ گهڻن جو هار وڌو ۽ پوءِ ڪلهن ۾ اجرڪ وڌي ۽ لونگيءَ جي سروپاءِ ٻه ڏيکاري.

چام چوڻ لڳو ته "بيشڪ نوجوان تون پهلوان آهين، تنهنجي راند کان اسانجي دل ڏاڍي خوش ٿي آهي آئون هڪ خاص انعام به توکي عنايت ڪريان ٿو۔"
ائين چوندي چام هڪ سوني منڊي ڪڍي لاکي جي چيچ ۾ پارائي ۽ وري چيو ته! "هيءَ منڊي اسين خاص ماڻهن کي نوازش ڪري ڏيندا آهيون۔

هيءَ منڊي ڏيکاري تون ڪنهن وقت به بلا روڪ ٽوڪ دربار ۾ اچي سگهين ٿو، نوجوان اچا اسان پنهنجو انعام توکي دربار ۾ اچڻ وقت ڏينداسون" چام سرڪار ٿورن لمحن کانپوءِ وري پڇيو ته: "نوجوان تو پنهنجو نالو اسانکي ڪونه ٻڌايو۔ تون ڪهڙي طرف کان آيو آهين؟"

لاکي جواب ڏنو "حضور مان پنهنجي علائقي جي اهنجن کان سرڪار کي واقف ڪرڻ لاءِ آيو هوس، مان دربار ۾ سڀڪجهه عرض ڪندس!" لاکي ڪنڌ ورائي مٿي ڏنو ته اوچتو هن جي نگاه آڪر خان تي وڃي پئي، جيڪو سردار چام جي پٺين قطار ۾ ويٺو هو ۽ کيس گهوري رهيو هو! لاکو چام کي سلام ڪري، ڪنڌ ورائي پوئتي موٽيو ۽ پنهنجي ساٿين سان وڃي گڏيو۔

## باب چوڏهون

# فـــرار

لاکي جي جيت تي گهڻن کي ساڙ ۽ حسد ٿي پيو. جن نوجوانن کي مقابلي ۾ پنهنجي پهلوانيءَ جي ڏاک ويهارڻ جي پڪ هئي، سي هڪ گوڏائي کي ميدان ڪٽيندو ڏسي جڪ مارڻ لڳا. هن سيني جي ليءَ ڦتائي ڇڏي هئي. آڪم خان به ڦيل روپ ۾ لاکي کي سڃاڻي ورتو هو. هو سندس پڇاڻي دشمن هو. وڌيڪ ڄام ننگر ۾ لاکي کي سرڪار طرفان خاص انعام ملڻ تي باهه ٿي ويو. انڪري آڪم خان شهر جي ڪوٽوال سان ملي سِٽ سٽي، ته ڪيئن به ڪري لاکي کي قيد ڪرائجي. ٻئي طرف وري سڀ امير زادا به مٿس خاري هئا، جيڪي هن کي آهيءَ ۾ آڻڻ لاءِ ڪنهن نه ڪنهن ڪوڙ کي ۾ ڦاسائڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳا.

شهر جي ڪوٽوال عاقل خان، پنهنجي زيردستن کي، چتائي ڇڏيو هو نه ڏسجو ته لاکو نه ٿي دربار ۾ گهڙي ڄام سان ملاقات ڪري سگهي ۽ نه وري شهر مان سلامت موٽي وڃي.

لاکو پنهنجي سائين سان ملاکڙي واري ميدان مان نڪري انبوهہ ۾ گم ٿي ويو. ڪجهہ دير ڪانپوءِ، هو شهر جي وچ مان لنگهندا نظر آيا. هو گهمي ڦري ۽ ڏسي وائسي رهيا هئا. جڏهن هو دڪانن اڳيان لنگهيا تہ سامهون بيٺل ڏهہ پندرهن نوجوان مٿن فقري بازيون ڪرڻ لڳا. لاکو شهر ۾ بلڪل نئون هو. هو هرهڪ شيءِ کي گهڻي شوق سان ڏسي رهيو هو، انڪري هن انهن مسڪرين کي ٻڌو اڻ ٻڌو ڪري ڇڏيو. مگر پيا بہ ڪجهہ ماڻهو انهن نوجوانن سان ملي لاکي ۽ سندس سائين تي چٿرون ڪرڻ لڳا. هاڻ لاکي جي صبر جو پيمانو بہ ڇلڪجي ويو. هن پنهنجي سائين کي چيو.

”دوستو! هنن خرمستن کي ميٺڙ جو هيٺڙ مزو چکايو“ ۽ اٿين ڇٽي پر واري دڪان سان لٺيون ڇڪي ورتيون ۽ شرارتين تي ڪٽي پيا.“ چوڌاري ڀڄ ڊڪ مچي وئي. ڪي جوان ڏکن کان بچڻ لاءِ دڪانن ۾ ڪاهي پيا. سمون دڪانن ۾ گهڙي بہ لٺ ورائيندو رهيو. گهمسان ۽ ڀڄ ڀڄان ۾ دڪانن جو مال بہ الٽ پلٽ ٿي ويو.

جتي واڻهڙن ۽ خريدارن ۾ ڀڄ ڊڪ مچي وئي، اتي وري دڪاندارن بہ مدد مدد جو واڪو لائي ڏنو.

لاکو حملي ڪندڙن تي لاماري سان وڃي جهپٽيو ٿئي! هڪڙي لُچ کي لٺ سان ڌڪ وهائي ڇوڙ لڳو.

”وٽ مزو چڱي وٽ، پنهنجن يارن دوستن سان وڃي سچيون ڪجئين ته ڪي پهلوان گڏيا هئا.“

اوچتو وڙهندڙن جا هٿ اٿين روڪجي ويا، جيئن ڪنهن انهن تي جادو ڪري ڇڏيو هجي. ۽ پوءِ ڪيترا منجهائن سامهون واري گهٽيءَ ۾ ڀڄڻ لڳا. دراصل هنن ڄام ننگر جي ڪوتوال عاقل خان کي ايندو ڏسي ورتو هو، جيڪو سپاهين جي وڏي جٿي سان هنن ڏانهن اچي رهيو هو.

لاڪا، لاڪا اچ ته ڀڄي هلون“ ساٿين سڏيندي چيو.

پر لاکو اڃا ٻن ٽن جهڳڙالن سان نبرڻ ۾ لڳو پيو هو. هن ڪا به پرواهه نه ڪئي.

”پڪڙيو هن غنڊي کي.“ ڪوتوال لاکي کي ڏسي رڙ ڪئي، جيڪو ان مهل هڪ ماڻهوءَ کي زمين تي سٽي رهيو هو. سڀني سپاهين لاکي کي جڪڙي ڪئي سوگهو ڪيو.

”تون غنڊو آهين.“ ڪوتوال وڙهندي چيو.

”تو هڪ ماڻهوءَ کي قتل ڪيو آهي، ان ڏوهه ۾ توتي مقدمو هلايو ويندو“ ۽ پوءِ سپاهين کي حڪم ڏنو ته:

”وٺي وڃو هن کي ۽ وڃي قيد ڪريوس!“

لاکي کي سپاهين وٺي وڃي قيد ۾ وڌو. پر سندس ساٿي موقعي جو فائدو وٺي واردات واري جاءِ تان ڀڄي ويا.

لاکي کي قيدخاني وچي بند ڪيائون ۽ سپاهي پاهران ڪاٺ جو در بند ڪري موٽي ويا. جيل هڪ ننڍڙي ڪوٺي هئي، جنهن جي فرش تي گهوڙن جو ڪچرو وڇايل هو. لاکو ان تي ويهي رهيو. سڀ ڪان پهرين هن کي پنهنجي ساٿين جو خيال آيو، هن پنهنجي دل ۾ سوچيو ته خدا ڪري ته هو بچي نڪري ويا هجن. پوءِ جيل مان ڀڄڻ جي تدبير سوچڻ لڳو. هن چوڌاري جائزو ورتو. جيل هڪ ننڍڙي ڪوٺي هئي، جنهن ۾ ڇتني پاسي ٿمڪي جون ڀتيون آيل هيون. ڇت ڪچهه هيٺ ڀري هئي، جنهن ۾ هوا ۽ روشنيءَ لاءِ هڪ ڪڙڪي به نڪتل هئي.

لاکو ڀت مان نڪتل هڪ ڪاٺيءَ جي سهاري پير رکي اوستائين پهچي ويو. پر ڪڙڪيءَ جو سوراخ ايترو ننڍو هو، جو ان مان نڪرڻ مشڪل هو. تنهن هوندي به هن جي دل ۾ اميد جو ڪرڻو جاڳيو.

اوندهه جا پاڇا ورڻ لڳا ۽ رات ٿي ته مٿي ڪڏ تي ڪڙڪيءَ ۾ ٺڪ ٺڪ جو آواز ٿيو ۽ آهستي آهستي ان هنڌ تي ڇيد پوڻ لڳو ۽ هڪڙو وڏو ڇاپوڙو اچي هيٺ ڪريو ۽ هاڻي ايڏو ته وڏو ڪڙڪ ٿي پيو جو، ان مان نڪرڻ آسان ٿي پيو. لاکو به سمجهي ويو ته منهنجا واهرو وريا آهن. هو هڪدم ٽپ ڏئي مٿي ڪڏ تي چڙهي آيو، جتي ممون هڪ ڪريي سان بيٺو هو. گل هيٺ بيٺو هو، جنهن رسو مٿي اڇلي ڏنو، جنهن کي

هڪڙي آڏ ۾ سوگهو ٻڌي ديوار تان هيٺ لڙڪايو ويو ۽ ان جي سهاري سان گسڪندا هيٺ لهي آيا.
هي ٽيئي دوست لڪندا ڇپندا، سراه تائين پهچي ويا ۽ طبيلي مان گهوڙا ڇوڙي رات جي وڪڙي ۾ شهر مان نڪري ويا، ڇو ته ڪين ڀڪ ٿسي وئي هئي ته صبح جو سندن نڪرڻ مشڪل ٿي پوندو!
لاکو دل ۾ سوچڻ لڳو ته "يا خدا هي ڪهڙو ناحق آهي" سڄي حڪومت جي واڳ عملدارن جي هٿ ۾ اچي وئي آهي!"
ڪوتوال کي جڏهن لاکي جي فرار ٿيڻ جي خبر ملي ته ڪاوڙ ۾ ڳاڙهو ٿي ويو. هن حڪم ڪيو ته: "ڀڳل قيدي جتي به ملي، هن جي سسي ڌڙ کان ڌار ڪجي."
لاکو ۽ سندس ساٿي ساري رات ۽ ٻيو ڏينهن منزلون هڻندا ۽ واٽون ڳهندا واپس ماڳ تي رسيا.



## باب پندرهون

# سونل غائب!

لاڪي ڪي ڪوٽ مان وئي ٻه هفتا ٿي ويا هئا. اڄ اوڏن جو وڏو ڏينهن هو. اهڙيءَ ڏينهن تي اڏاوت جو ڪم بند ڪري ڇڏيو هوائون. عورتون ۽ مرد خوشيءَ مان ٽڙي رهيا هئا، ٻارن ۾ پوشاڪون ۽ هنيون پيون هنيون. جنهن ڪي ڏس، تنهن جي چهري تي رونق مڙي آئي هئي. سڀني وهنجي سهنجي صاف سٺرا ڪپڙا ڍڪيا هئا. زالن عاج جا چوڙا ۽ ڳهه ڳٺا پاتا هئا. شام تي ته سڀئي زالون ٽاليون مٿان نڪر جا ڏيئا ٻاري، قطار ۾ لاڏا ڳائيندون واهه تي هليون، جتي مرد به سندن پويان ايندا رهيا. عورتن ۾ سڀني جي اکيان اکيان سونل ڏيل وانگر ٽلي رهي هئي.

اوڏ ويچارا سارو سال پورهئي ۾ پيا هڄندا هئا ۽ ڪنهن ڪنهن مند ۾ ڪو هڪڙو ڏينهن خوشيءَ جو ايندو هون. شادي مراديءَ جو ڪاج به ان ۾ ڪري ڇڏيندا هئا. اڄ منجهن ٽن جوڙن جون شاديون ٿي رهيون هيون.

واھ، ڳوٺ ڪان سڌ پنڌ تي ھرتي ھو، جتي اوڏن جو ٽولو اچي سھڙيو، بھار جي منڊ ۾ ٿڌي ھير ڳھلي رھي ھئي. وري چانڊوڪيءَ جي سھائي رات ته چوڌاري نور ٻڪيڙي اجالو ڪري ڇڏيو ھو. اوڏ ھن رات تي سڪائون باسيندا ۽ پلٽ به ڪندا ھئا.

سيئي زالون ۽ مرد جھمريون پائي، چيچ ھڻي رھيا ھئا ۽ مرد به ڏانڊيون ٺڙڪائيندا نچي رھيا ھئا. سونل سريلي آواز ۾ لاڏا پئي ڳايا ۽ سندس ساھڙين به ھن سان رس پئي ملايو. ھنن مان خوشي ۽ خوشي ٻھڪي رھي ھئي!

شاديءَ جون رسمون به اچي پوريون ٿيون ھيون. رات به پونياڙي اچي ٿي ھئي. سڀني مردن ۽ زالن به ڳائي وڄائي بس ڪئي. ھاڻي وري سڀئي پنھنجي ماڳ تي واپس ورڻ لڳا. وچ وچ ۾ نوان ڳھوٽ ۽ ڪنواريون ھيون ۽ سندن چوڌاري مٽن مائٽن جو ميڙ. اڃا ھو اڌ واٽ تي مس رسيا ته ڪجھ ھٿيار بند سوار گھوڙا ڊوڙائيندا، ھنن وٽ پھتا. ھو ڇھ ڏاڙيل ھئا ۽ مڙني کي ٻٽ پڌل ھئي! ھنن مان ھڪڙو اڳيان وڌي آيو ۽ اوڏن کي پالو آلاري چيو ته:

"سونل ڪٿي آھي؟"

آھو سوار ٻيو ڪونه ھو، پر سردار ڪانڌيرو ھو!

جھنگل ۾ رات جو ھڪدم موت جھڙي ماٺ ڇانئجي وئي، ويتر ھٿيار به چانڊوڪيءَ ۾ وچ وانگر چمڪي

رهيا هئا، جنهن ماحول ڪي ويتر پوائتو بنائي ڇڏيو هو. اوڏ هيسجي بيهي رهيا. جيڪو جتي سو تتي. اهڙو ڪچن جهڙي پت.

”اڙي سمجهي وڃو، سو نل جي پانهن اسان جي حوالي ڪريو نه ته هتان ڪير به جيئرو بچي ڪو نه نڪرندو!“

هڪڙو مرد نڪري اچي سامهون ٿيو. هن پڇيو ”ڇا تون سردار ڪانڌيرو آهين؟“

اڪيان بيٺل سوار آڪڙ مان ڇاتي ٺوڪي چوڻ لڳو:

”ها، مان، سردار ڪانڌيرو ڏگ ـــ مست آهيان، جيڪي چاهيندو آهيان، سو ڪري گذرندو آهيان!“ ائين چئي هن منهن تان پٽڪي جو پلاند لاهي ڇڏيو.

”پراين لڄن ۾ هٿ وجهڻ ڪانئرن جو ڪم آهي! توهين ڏرتيءَ جا ڏڪاريل ڏاڙيل آهيو.“ اوڏ ڏڪندڙ آواز ڪڍيو.

ڪانڌيرو جوش ۾ ڳاڙهو ٿي ويو ۽ اڇل سان پالو اوڏ جي پيٽ ۾ ٽنبي چوڻ لڳو!

”ڪميڻا! تنهنجي اها مجال! هڪ خسيس اوڏ ٿي سردار سان منهن ماري ڪري! هاڻي ڏس پنهنجو انجام!“

هڪ هنيانءَ ڦاڙيندڙ رڙ ٿي ۽ ان سان گڏ ٻين ڪيترن جون دانهون ۽ ڪيهون آسمان ڦاڙڻ لڳيون. چوڌاري پچ پچار شروع ٿي وئي. ڪنهن کي به خبر نه پئي، ڏاڙيلن هڪ به پيا به مرد ماري وڌا ۽ جيڪا زال هٿن ۾ آئين ٿي، تنهن کي ڏکن سان ٿي سٽيائون.

سونل ڏاڙيلن جي واتان، پنهنجو نالو ٻڌي ڀڄي
ڪنهن وٽي. ٻوه جڏهن سيڪو پيچ پيچان ۾ پئجي ويو،
ته هوءَ به جان بچائڻ لاءِ ڀڄندي لڪڻ جون واٽون
ڳولڻ لڳي. ان هوندي به هڪ ڏاڙيل هن تائين پهچڻ
۾ ڪامياب ٿي ويو ۽ ذري گهٽ هن جو هٿ ڪرائي
۾ پئجي ويو هوس، مگر سونل تيزيءَ سان پنهنجي پاڻ
کي واهه ۾ ڪٽي ڦٽو ڪيو! پاڻيءَ ۾ ڳڙڪاٽ ٿيو ۽
هڪ ڇيڪي سان هن جو وجود گم ٿي ويو. ڏاڙيل
پاڻيءَ ۾ هيڏانهن هوڏانهن نظرون ڊوڙايون، مگر رات
جي وڳڙي ۾ ڇتائيءَ سان ڪجهه به ڏسڻ ۾ نه آيس
۽ هو نامراد ٿي پنهنجي ساٿين سان وڃي گڏيو.

——

## باب سورهون

# ڪوٽ تي حملو

سردار لاکي جو واپسيءَ مهل، جڏهن ڪوٽ جي ٻاهران گذر ٿيو ته سندس حيرانيءَ جي حد نه رهي. اڏاوت جو ڪم بند ٿيل هو. اوڏن جا منهن لٽل ۽ اکيون ٻپ ڪان هيسيل هيون. هن کي آئل ڏسي سيئي سندس چوڌاري مڙي آيا. مکي ٻه هٿ جوڙي بيهي رهيو. لاکي جون وياڪل نظرون چوڌاري سونل کي ڳولڻ لڳيون ۽ هن بي تاب ٿيندي پڇيو!

”اوهين سڀ خاموش ڇو آهيو؟ سونل ڪٿي آهي؟“

مکيءَ ڏڪندڙ آواز ۾ سردار لاکي کي ساري واردات ٻڌائي ته بي گناه اوڏن تي سردار ڪانڌيري ڪيڏو نه ظلم ڪيو آهي!“

”ڇا سونل جي باري ۾ ڪا ڪي خبر پئجي نه سگهي آهي؟“

”ڪي چون ٿا، ته هوءَ سردار جي ڪوٽ ۾ بند آهي ته ڪن جو انومان آهي ته هوءَ زنده ناهي پر واهه ۾ ٻڏي مري وئي آهي.“

مڪيءَ لاکي جو جواب ڏيندي چيو.

رات پنجي چڪي هئي. لاکي جا سائي، جهنگل مان نڪري، ٻنهي ڳوٺن جي پيچرن مان لنگهندا ڪانڌيري جي ڪوٽ ڏانهن وڌندا هليا.

”خاموش“ لاکي حڪم ڏنو. ”جيستائين اسان ڪوٽ وٽ نه پهچون تيستائين ڪنهن جي زبان مان ڪو به لفظ نه نڪري.“

لاکي جي هڪڙي آواز سان ڄڻ سڀني جون زبانون بند ٿي ويون. رات جي سناٽي ۾ رڳو هنن جي پيرن جي آهٽ ٻڌڻ ۾ پئي آئي. پريان اونداهه ۾ ڪوٽ جون ڏياٽيون چمڪي رهيون هيون!

ڪا مهل هو ائين ئي چپ چاپ ڪوچ ڪندا رهيا.

’بيهي رهو‘ ڪاهي اچي وئي آهي. لاکي آهستي پڇيو. هن ٻن همراهن کي اشارو ڏيندي چيو ته ”توهين پئي ڪاهي ٽپي، جلديءَ ۾ ڪوٽ جي دريءَ تائين پهچو ۽ جهاتي پائي اندر جي خبر چار وٺو، تيسين اسين به هيءَ پر تي پهچي توهانجو انتظار ڪنداسون.“

هو ٻئي همراه دريءَ تائين پهچي پنهنجو ڪم ڪرڻ لڳا، ايتري دير ۾ لاکو به پنهنجي ٻين ساٿين سان ڪاهي اڪري ڪوٽ جي ويجهو پهچي ويو.

”اندر سردار ڪانڌيرو ٻين وڏيرن سان خوشي پيو ملهائي. وڏا وڏا ٿهڪ ڏئي کلي رهيا آهن!“ هڪڙي همراه اچي اطلاع ڏنو.

”آئون هينئر ئي هنن جي خوشي ملها مهمت ڪندس!“

ڪوٽ جي اندر داخل ٿيڻ لاءِ لاکو اڪيلو ئي دروازي تي پهتو ۽ زور زور سان ڪڙو کڙڪائڻ لڳو. هوڏانهن سندس ساٿي وري ڌيل پيرن سان آهستي آهستي دروازي ڏانهن وک وڌائي رهيا هئا ۽ پهچي پٺ سان لڳي بيهي رهيا.

”تون ڪير آهين ۽ ڇا ٿو چاهين؟“ دربان اونداهه ۾ اکيون ڦاڙي ڏسڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو.

”سردار ڪاندبرو آهي؟“

”ها!“

”هن کي چئوس ته لاکو ڦلاڻي آيو آهي ۽ ساڻس ملڻ چاهي ٿو.“

ڏيئي ۾ ٻرندڙ ڏياٽيءَ جي روشنيءَ ۾ دربان جو ڪهرو، چهرو صاف نظر اچي رهيو هو، جنهن تي حيرت سان گڏوگڏ خوف طاري ٿي ويو هو ۽ هڪدم هڪڙي وک پوئتي هٽي ويو.

”ڇ......ڇ ڇا تون، اڪيلو آهين؟“ هو هٻڪيو!

”نه هن ڇا تو کي مون سان گڏ فوج بيٺل نظر نٿي اچي؟“

دربان هڪ پيرو وري اونداهه ۾ نهاريو ۽ ڊوڙي وڃي پنهنجي سردار کي لاکي ڦلاڻيءَ جي اچڻ جو اطلاع ڏنائين.

”چڱو. لاکو ڦلاڻي اچي ويو آهي. ڪالهه ڪانڌيري چيو اچڻ ڏينهن هن ڪي“

”پر پر ....سائين هن جا ارادا نيڪ نٿا ڀانئجن.“

”جيڪڏهن ڪوهه ڪي ڪيائين ڪنهن ڪنيون آهي ته هو شڪارين جي گهر پالهي هلي آئو آهي ته ان جو مزو به وٺي ڇڏي ا“

دربان ٿوري ڪجهه ٻيو نه ڳالهايو ۽ پوئين پير واپس ڏيڏي ۽ پهچي دروازو کولي ڇڏيائين.

”هليا اچو“ دربان چيو!

لاکو سپاهي ۽ ڪي هٿ سان پري ڪندو ڪوٽ اندر داخل ٿي ويو ۽ سندس پويان ٿورا ساٿي به اندر گهڙي آيا. هو سڀ جا سڀ واڪرو ڪندا اتي پهچي ويا، جتي سردار ڪانڌيرو پنهنجن گهڻن ئي وڏيرن سان گڏ ٿي، طولن ويهائن سان ايڪ ڏيو ويٺو هو. ڪوٽ جي اردگرد ڪانڌيري جا گهڻائي همراه پهري لاءِ بيٺا هئا.

”اڙي هن سيني ڪي ڪنهن اندر اچڻ ڏنو؟“ ڪانڌيري رڙ ڪئي، هن سمجهيو هو ته لاکو اڪيلو هوندو، جنهن ڪري اندر گهرايو هوائينس، جيئن پري ڪچهري ۾ ڪيس ذليل ڪري. مگر هاڻي ته لاکي جي جانباز ساٿين کي ڏسي سندس خون ئي خشڪ ٿي ويو.

”بدمعاش“ هن رڙ ڪئي ”هنن جون سڀ لاهي ڇڏيو، خبردار جو هنن مان ڪو به بچي نڪتو آهي.“

هاڻ گهمسان جي لڙائي شروع ٿي وئي.

ڪانڌيري جا همراه به ڪافي زور آور ۽ آزموديڪار هئا. مگر لاکي جا ساٿي اوچتو ئي اوچتو اهڙيءَ طرح گهڙي آيا هئا، جو کين پاڻ سنڀالڻ جو موقعو ئي ڪونه مليو. لاکو پنهنجي ساٿين کي هر هر جوش ڏياري ويڙهائي رهيو هو ۽ سندس هر آواز هنن ۾ نئون جذبو ٿي پيدا ڪيو. هونئن به لاکي ڦلاڻيءَ جي جوڌن سان، انهن همرائن جو ڪهڙو مقابلو ٿي سگهيو ٿي! هنن جا جلدي ڀڳي پير اکڙجي ويا.

اوچتو تلوارن جي کڙڪار ۽ لڙائيءَ جي گوڙ ۾ لاکي جو آواز گونجيو. "خبردار ٿجو!" هڪ ڏيالي تلوار جي ضرب سان پٽ تي ڪري پئي ۽ ان ڪانپوءِ پيون ڏيالين به هيٺ ڪرنديون ۽ وسامنديون ويون ۽ پوري ڪمري ۾ اونداهه ڇانئجي وئي.

اڄا لاکو وجهه وٺي ڪانڌيري سان گڏيو هو، جو آخري ڏيالي به وسامي وئي ۽ اهڙو ته اونداهه ڇانئجي ويو، جو اک نه ڏسي گوڏي ڪي!

سردار ڪانڌيرو وڏو چالاڪ ماڻهو هو. هو لاکي جي پڪڙ مان پاڻ ڇڏائي، لڪي ڇپي ڪوٽ جي دروازي ڏانهن نڪري ويو ۽ ڪاهي پار ڪري ڀڄي ويو. اونداهه ۾ ڪنهن کي به ڪنهن جي خبر نٿي پئجي سگهي. اهڙي حالت ۾ ڀلا ڪير ڪنهن جو مقابلو ڪري سگهي ها!

اوچتو ڪمري ۾ ٻاهه لڳي وئي. تيڪي جي اڏاوت هئي ۽ ڇتين ۾ ڪاٺيون پيل هيون. هڪڙي ڏيالي ڪرڻ

سان هڪ ڪاٺي ڪي ٻاهه وڪوڙي وئي. ڏسندي ئي ڏسندي سڄي عمارت سڙڻ لڳي. لاکي پنهنجي سيني سائين کي سڏ ڪري گڏ ڪيو.

”دوستو! سردار ڪانڌيرو پڇي نڪتو آهي ۽ هاڻي وڙهڻ بيڪار آهي هنن بدمعاشن کي اتي ئي ڇڏي هليا هلو!“

لڙائي ۾ لاکي جا ڳچ ماڻهو ڪم آيا، باقي سيئي ڪاهي پار ڪري پهچي ويا.

لاکي ڪوٽ تي آخري نظر وڌي عمارت ۾ آلا پڙڪي رهيا هئا ”هي سارو ڪوٽ سڙي راک ٿي ويندو ۽ ڪانڌيري جي ڏاڍ ۽ ڏمر جو نشان به ان سان گڏ مٽجي ويندو!“ هن دل ۾ سوچيو.

لاکي کي ان ڳالهه تي آٿت آئي ته ڪوٽ جي پريان بيٺل حويلي سلامت آهي، ان ۾ زالن ۽ ٻارن ٻچن کي لهس نه پهتي هئي. جيتوڻيڪ هو ٻنل ضرور هوندا. ليڪن سونل جو ڪٿان به پتو نه پيو.

## باب سترهون

# لاکي ڦلاڻيءَ جي شادي

لاکي پنهنجي ساٿين سميت ڪوٽ ڏانهن موٽي آيو، پر سونل جي نه ملڻ جو ڪمي گهڻو ويچار ڏئي ويو، هن جي دل ۾ ڪي پڪو يقين هو، ته هوءَ جيئري آهي ۽ ضرور موٽي ماڳ تي ايندي. پر پاسي جا مڙئي سردار، لاکي ڦلاڻيءَ جا ڪٽر دشمن بڻجي پيا هئا، ڇو جو غريب بي پهچ ماڻهو، هرڪاله ۾ ٻوڙي وڃي لاکي کان مدد طلبيندا هئا. سردار پاڻ ۾ مقابلي جي همت نه ساري ڇام نگر ۾ سلطان وٽ دانهون ويا. سلطان جا ڪن پرياڻون ته لاکي جون اڏايون روز بروز وڌنديون وڃن ۽ ڌاڙن ۽ ڦرن کان ماڻهو عاجز اچي چڪا آهن. رات جو ڪوبه مالوند ماڻهو، سک جي ننڊ سمهي نٿو سگهي. سرڪاري ڊيل ڏيڻ کان به ڦابري واريو ويٺو آهي ۽ سلطان جي ڪابه پرواهه نٿو ڪري. انڪري هڙئي راڄ ٻوهيءَ ڪسي چيڪ ڇڏڻ حڪومت لاءِ هاڃيڪار ثابت ٿيندو.

لاکي ڦلاڻيءَ ڪي هالي ڪوٽ ۾ رهڻ، جو ڪي ڪان خالي نظر نه آيو، هن سمجهو ته ڪنهن به وقت شاهي

لشڪر جو متن حملو ٿي سگهيو ٿي. ان ڪري ڀيلي ۾ وڃي جاءِ پناهه هٿ ڪيائين ۽ اتيئي ساٿين سميت رهڻ لڳو. آس پاس جا ڀيا ڪيترائي ماڻهو سندس مددگار بنجي ڀيلي ۾ اچي رهڻ لڳا. جيڪي هر ڪنهن مهم ۾ سندس مددگار ٿيندا هئا. ڀيلي ۾ رهندي به غريبن جي مدد ڪرڻ لاءِ هٿ ڪونه ڪنيو ويو. هو سردارن جي حدن ۾ گهڙي، ستايلن جي مهل سر وڃي واهر ڪندو هو. انهيءَ سبب سندس گهڻائي جانثار بنجي پيا، ته به لاکي جي دل کي خوشي حاصل ڪانه هئي. هر وقت خيالن ۾ ٻڏل رهندو هو.

لاکو گهاٽي وڻ جي ڪنهن شاخ تي ويٺو هو، سندس نگاهه دور دور تائين پهچي رهي هئي. هن پريان ايندڙ ٽن ڄڻن کي ڏٺو. انهن مان ٻه مرد ۽ هڪ عورت هئي، جيڪي هن طرف اچي رهيا هئا. ويجهي پوڻ سان هن سينگي کي سڃاڻي ورتو. هو خوشيءَ مان ٽپ ڏئي هيٺ لٿو، آها عورت ٻي ڪا نه، پر سونل هئي، هوءَ ڪلهه ۽ سونهن سان گڏ وٽس اچي رهي هئي! لاکي اتان ئي واڪو ڪيو. "سونل تون اچي وئينءَ؟"

"ها، سردار! سونل ويجهو ايندي جواب ڏنو.

"پر تون هيترا ڏينهن ڪٿي رهيل هئينءَ؟"

"مان لڪندي ڇپندي پاڻ کي بچائيندي رهي آهيان. ڪاٺبيري جا چاري منهنجي ڳوٽ ۾ جتي ڪٿي لڙهون،

هٿي رهيا هئا. انهن جي ور چڙهيان ها، ته وري هنن پٽن تي تون ڪڏهن به مون کي ڏسي نه سگهين ها!“

ممون چوڻ لڳو. ”سردار! اسين ٻئي ڄڻا، سونل جي ڳولا ڪندا رهياسون. هڪ مسڪين مهاڻي واهه مان ڪڍي هن جي جان بچائي ۽ پوءِ دشمنن کان بچائڻ لاءِ ڪيس جهڳيءَ ۾ رهائي ڇڏيو هوائين. اسان واڳون ماريندا، لڪندا ۽ پاڻ بچائيندا هيستائين پهتا آهيون. ٻيلي اندر پهچي مس مس ساهت جو ساهه کنيو اٿئون!“

”چڱو، توهين سڀ ڄڻا ٿڪ پيجي آرام ڪريو پره ملنداسون.“ ائين چئي لاکو پنهنجي ڇني ڏانهن هليو ويو، جتي ماڪ سان ڳالهائڻ لڳو.

”اسان سوڪل ڏي ته مان سونل سان شادي ڪريان!“

”پٽ تون چار سردار، پهلا اوڏڻ سان شادي ڪيئن ڪندين؟ پنهنجي ڪڙم کي ٽڪو ڪونه لڳندو؟“

”امان پورهيتن سان گڏجڻ ۾ ته هيڪاري پنهنجو شان وڌندو. تون ٿي ته چوندي آهين ته اسان جا وڏا به پورهيتن جي سات تي فخر ڪندا هئا!“

”پر پٽ، تون سردار آهين، هنن جو ڪم رڳو جاڙيون جوڙڻ ۽ مزوري ڪرڻ آهي.“

”امان، هو ته ديس واسين لاءِ ماڻيون ڇانو ڪن ٿا، ديس کي اڏي رونق وڌائين ٿا. پر پاڻ ويچارا سدائين رولن ۾ هوندا آهن. ڇا هو سنڌڙيءَ جا سپوت ناهن؟“

”شاباس پٽ! توهان اهائي اميد هوم. مون چاهيو ٿي، ته اهو سڀڪجهه تون پنهنجي واتان چوين!“

لاکي فخر مان سينو تاڻيندي چيو!

”اهو وقت ايندو، جو سنڌ ۾ ذات پات جو ڪوبه فرق نه رهندو! محنت ۽ ڏات کي مان ملندو!“

لاکي ۽ سونل جي شادي ٿي رهي هئي. چوڌاري شادمانا ٿي رهيا هئا. دهلن ۽ شرنائين جو آواز فضا ۾ گونجي رهيو هو. پهلوان پاڻ ۾ ملهون وڙهي رهيا هئا. ماڻهن ۾ پنهنجي سردار جي شاديءَ جي ڏاڍي خوشي هئي. مگر اوچتو دهلن ۽ شرنائين جو آواز بند ٿي ويو. نوجوان ۽ مرد سڀئي زور آزمايون ۽ راندڪيون ڇڏي ڪري هڪ هنڌ گڏ ٿي ويا. ٻار عورتن وٽ اندر گهر ۾ گهڙي ويا. هڪ نوجوان اڳيان وڌي سڀني کي آگاهه ڪندي بلند آواز ۾ چوڻ لڳو:

” پنهنجا تير ۽ تلوارون، پاڻ سان تيار رکو! ڄام سلطان جو لشڪر ٻيلي کي چوڌاري گهيري ويو آهي! سردار لاکي جو وهاڻو هاڻي پيري ٿيندو.“

لاکي ڦلاڻي ساٿين جي وچ ۾ بيهي ساڳيءَ طرح سان واکو ڪندي چيو:

”دوستو! اسان ڪوبه حڪومت جو قصور نه ڪيو آهي. سلطان نهايت رحم دل حاڪم آهي، مگر هن کي اسان جي خلاف برغلائي ڀڙڪايو ويو آهي. اسان کي ڪنهن به طرح سان ڊڄڻ نه گهرجي. نه وري ڪو

ايهرو قدم کڻي گهرجي. سيءَ منهنجي فيصلي ڌاڻمن خاموشي اختيار ڪئي ۽ ويئا رنگ ڏسوا"

ڄام سلطان اڄ وچ ڪري رهيو آهي ۽ ڪاوڙ ۾ سندس مليون ڦڪوڙيل آهن. سندس سامهون ڪجهه خدمتگار با ادب بيٺا آهن. اوچتو ٺهڪو ٿئي ٿو ۽ متان وڻ تان ڪو شخص ٽپ ڏئي هيٺ لهي ٿو. ڄام جا سپاهي تلوارون ڪڍي ٽپو ڏيندڙ شخص تي الر ڪري آهن ٿا، ليڪن ڄام جي واڪي تي بيهي رهن ٿا ۽ سندن ايمون تلوارون رڪجي وڃن ٿيون!

"خبردار! هن شخص کي ضرب نه رسائي وڃي!" شخص ڏانهن منهن ڪندي، "تون ڪير آهين؟ تو هيئن اچڻ جي ڇو جرئت ڪئي آهي؟"

اهو شخص اکيان وڏي سلطان ڄام کي پنهنجي آڱر ۾ پهريل منڊي ڏيکاري ٿو!

"اڙي ها! هيءَ ته شاهي منڊي آهي! ها مون توکي سڃاتو، تون اهو ئي نوجوان آهين، جنهن ڄام ننگر ۾ ميدان ماريو هو! مون کي تنهنجي پهلوانيءَ جو قدر آهي. مگر تون ظاهر ظهور اسان تائين اچي سگهين ٿي، پوءِ هن حرڪت ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت هئي؟

"جيئندا قبلا، اسين ٿي لاکو ڦلاڻي آهيان! جنهن کي سزا ڏيڻ لاءِ توهان لشڪر چاڙهي آيا آهيو! ليڪن منهنجو ڪوبه قصور نه آهي، مون ڪيترا ڀيرا اوهان سان ملي صفائي پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، ليڪن

هنيان سردارن، عملدارن سان ملي يڪت ڪري مون کي اوهان تائين پهچڻ کان پئي روڪيو آهي!"

چام سلطان مسڪندي جواب ڏنو.

"لاڪا، سان پاڻ هن علائقي ۾ هر طرف کان تنهنجي واڪاڻ ٻڌي آهي. سيڪنهن جي اها ئي وائي وات آهي تہ تون مظلومن جو مددگار ۽ هڏ ڏکي آهين. مون کي سڄي سازش جي خبر پئجي وئي آهي."

ايتري ۾ ٻيلي ۾ وسندڙ لاکي جا ڪيمراڏي ساٿي چوڌاري مڙي اچن ٿا ۽ زور زور سان نعره بلند ڪن ٿا.

"لاکو پورهيتن جو مددگار آهي. لاکو اسان جو سردار آهي."

سلطان چام گڏ ٿيل ماڻهن ڏانهن مهار ڪندي چوڻ لڳو تہ:

"مون کي پنهنجي رعيت جو قدر آهي. اڄ کان هن علائقي جو نواب لاکو ڦلاڻي آهي. ٻيا سيئي سردار سندس اطاعت ڪندا. اڏين چئي سلطان لاکي کي اجرڪ ڪلهن تي ڏڪائي ڏو ۽ هڪ تلوار بہ ڪيس حڪومت طرفان اختيار سو پيندي ڏني ڏو! چوڌاري وري نعره بلند ٿي وڃن ٿا.

جئي چام سلطان — جيئي سردار لاکو ڦلاڻي!!

لاکي جا ساٿي نمائائيءَ سان بادشاهہ کي شاديءَ ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ عرض ٿا. اها دعوت بادشاهہ خوشيءَ سان قبول ڪري ترسي پوي ٿو. ان کانپوءِ هو سڀ چٽا سردار سان واپس پنهنجي ڪوٽ ڏانهن راهي ٿين ٿا.

هٿي ڏينهن پورهيتن جي سردار لاکي ڦلاڻيءَ جي
شادي موتل سان ڏاڍي ڌام ڌوم سان ڪئي وئي ٿي.
اوري پري جا ڪمتر تي مالهو ڪاج ۾ شريڪ ٿين ٿا.
رتل پرچي سيٺي پاڻ ۾ کير کنڊ ٿي وڃن ٿا. وڃڻ
رقت چام سلطان لاکي کي سنڌڙيءَ جي پورهيتن جي
پارت ڪندي چيو:

”ديس واسين جي خدمت کان ڪڏهن به غافل نه
رهجئين. جيڪڏهن سيٺي ڪڏجي پورهيو ڪندا ۽ مٺ
محبت ۾ هڏيءَ سان گذاريندا ته هميشه سکي رهندا.“

ائين چوندي موڪلائي ڏو ۽ لشڪر واپس چام نگر
روانو ٿي وڃي ٿو!

---

# پَڙهندڙ نَسُل . پ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين "اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ "لُڙهندَڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڀُولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪڍي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڀُولي سَهڪارِي تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نہ ئـي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿـي سگهن ٿـا. ٻيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتـي بنيـادن تـي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَـنَ پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَـنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي ته هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن به رُڪاوٽَ کي نه مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو ته:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نه آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ ته ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ ڪي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن ڪي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني ڪي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ ڪي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ ٻڌ ڪان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)